# راتوپو

بریټ هیلیډي

فضل احمد بچائي

# رات وچ ۾

( ناول )

مصنف : بريٽ هيليڊي
مترجم : فضل احمد بچاڻي



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1988ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سؤ ڇهه

ڇپائيندڙ: نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

ڇپيندڙ: نيو فيمس پرنٽنگ پريس
هوم اسٽيڊ هال چاڙهي، حيدرآباد.

پهريون ايڊيشن: مئي 1988ع

قيمت -/20 رپيا



---

RAAT WICH MEN (Death Has Three Lives) Novel by BRETT HALLIDAY. Translated in Sindhi by FAZAL AHMED BACHANI. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed, Hyderabad Sind. Pakistan. First Edition May 1988. Price Per Copy Rs. 20/-

## مترجم طرفان

جيڪو به انگريزي ادب پڙهندڙ آهي سو ضرور ڄاڻي ٿو ته برطانيه جي انگريزي ۽ امريڪا جي انگريزي جي گفتگو توڙي انشا ۽ املا ۾ چڱو خاصو فرق آهي- بلڪ ايئن چئجي ته وير اڃان پاڻ ۾. برطانيه جي انگريزي جي وات ويٺي توڙي، انشا گهڻي سولي ۽ سلوڻي آهي جڏهين ته آمريڪي انگلش جو رنگ ئي نرالو آهي. اسان لاءِ تـه هنن اشرافن جا اکر هڪڙا ته معنيٰ بي، ڪي ڪي اکـر تـه ڊڪشنري ڇڏيو ڪنهن اينساڪلوپيڊيا ۾ ئي مس ملندا. ادبي تحرير ۾ هي اهڙا چڙواڳ ۽ چيڪ آهن جو جيڪو اکر سولو لڳين ۽ وٺين سو ڦهڪايو ڪڍن جنهن جو مطلب لکن بـه پاڻ تـه سمجهن به پاڻ. جيڪو هنن جي انهن نزاڪتن کان واقف نـه هوندو سو پـلا Dunno جـو مطلب Dont Know هڪدم ته نه سمجهي سگهندو. مترجم لاءِ ته ويتر مصيبت.!

خير مون پنهنجي پر ۾ ڪوشش ڪئي آهي ته ترجمو سلوڻو ئي بيهي ۽ وري سڄو متن اصل کان ذرو به گهٽ وڌ نه هجي. اميد اٿم ته ڪمائي قبول پوندي.

هي جاسوسي ناول مشهور امريڪي جاسوسي ناول نگار بريٽ هيليڊي (Brett Halliday) جي گهڻي دلچسپ ناول Death has Three Lives جـو مڪمل ترجمو آهـي. فقط اجائي ڊيگهه وارا جملا ڇڏي ڏنا اٿم. هـن ناول جي هڪ وڏي خوبي هـيءَ آهـي جو هـي ٻين مقبول جاسوسي

ناولن کان نرالو ۽ منفرد آهي ڇاڪاڻ تہ هن ۾ رڳو سنسني پيدا ڪندڙ واقعات جي ڀرمار ڪانهي بلڪ هي هڪ بهترين ادب پارو (Piece of Literature) بہ آهي ان سبب مصنف بہ ٻين جاسوسي ناول نويسن کان منفرد ۽ ممتاز حيثيت رکي ٿو. باقي مترجم جو فيصلو اوهانتي آهي.

آمريڪا جي مشهور شهر ميامي ۾ هڪڙي ئي رات ۾ فقط ٽن ڪلاڪن اندر ٽي خون ٿي ٿا وڃن ۽ هڪڙو ماڻهو پوليس جي هٿان مارجي ٿو وڃي— ۽ لطف جي ڳالهہ هيءَ تہ خود مشهور جاسوس مائڪل شيني انهن ئـي وارداتن ۾ پاڻ ايترو وچڙندو ڦاسندو ۽ ملوث ٿيندو ٿـو وڃي جو هڪ طرف سنڊس سيڪريٽري ۽ محبوبہ قابو آهي تہ ٻي طرف پاڻ پوليس عملدار جي پستول جي نشاني ۾ آهي. انهن حالتن ۾ هن ڪي پاڻ بہ ڇڏائڻو آهي، پنهنجي محبوبہ ڪي بہ بچائڻو آهي ۽ قاتل ڪي بہ قابو ڪرڻو آهي.

ساڳي ئي رات صبح ٿيڻ کان اڳ هو انهيءَ قيدي مان نڪري اچي ٿـو، سنڊس سيڪريٽري ۽ محبوبہ قاتل جـي سرڪ ساهي مـان آزاد ٿئي ٿـي ۽ قاتل پنهنجي انجام کي پهچي ٿـو. پر ڏسو تـہ اهي پيچرا پـار ڪندي هو لاڳيتو بدحواسي ۽ حماقت جو ثبوت ٿو ڏي يا هن جي هوشياري ٿي ڪم اچي.؟

فضل احمد بچائي.

١٣— آڪٽوبر ١٩٨٢ع

139-B نزد ڳاڌي چونڪ ٽنڊو الهيار سنڌ.

[آمريڪا جي خوبصورت شهر **ميامي** ۾]

رات جا ڏهه لڳڻ ۾ ٻه اچا ڪي منٽ هئا. **لوسي هيملٽن** پنهنجي ڪمري ۾ اڪيلي ويٺي جاسوس **مائيڪل شيلي** جو انتظار ڪري رهي هئي. جو سندس بالادست ۽ هو ۽ دوست ٻه.

دروازي تي گهنٽي وڳي ته لوسي جي منهن تي مرڪ اڀري آئي جنهن جو وڏو **سبب** هي هو جو هن کي شيلي جي اچڻ جي ڪا گهڻي اميد نه هئي. هوءَ سٽ ڏئي اٿي ۽ اچي دروازو کوليائين.... مگر.... دروازي تي شيلي جي بدران هڪ ٻيو ئي شخص بيٺو هو ـــ هڪ اپرڙو قد ور نوجوان، بت تي سادا ۽ بي ترتيب ڪپڙا ۽ مٿي تي هڪ خاڪي رنگ جو ٽوپلو جو هن جي ساڄي اک تي نميو پيو هو. هن جي چهري تي سور ۽ اندر ماندي جون ڪيفيتون هيون. لوسي جنهن ڪمري ۾ رهندڙ هئي سو عمارت جي ٻيءَ منزل تي هو جتي ٻيا ٻه ڪيترائي ڪمرا هئا. هوءَ اهو سوچي دروازو بند ڪرڻ لڳي ته نوجوان کي شايد ڪنهن ٻي ڪمري ۾ وڃڻو هو ۽ گهنٽيءَ جو آواز سندس ڪمري تي نه پر ڪنهن ٻي ڪمري تي ٿيو آهي.... پر اينتري ۾ اهو نوجوان ٻه قدم اڳتي وڌي آيو:

”لوسي تو مونکي نه سڃاتو ڇا؟“

اهو پڌي هوءَ ڪيس چتائي نهارڻ لڳي. نوجوان جي منهن تي پنهنجائپ واري مرڪ هئي. چپ پڪوڙيا پيا هئس ۽ ساڄو هٿ پيٽ تي اهڙي طرح ڪپائي رکيو هئائين ڄڻ پيٽ ۾ ڪا سخت تڪليف اٿس. لوسي کيس خاموش ڏسي هن وري چيو:

"آءٌ **جئڪ برسٽو** آهيان لوسي، **نيو آرلينس** جو جئڪ برسٽو، **روزي**ءَ جو پاڻ."

هاڻي لوسي کي ياد آيو ته جاسوس شيني جي سيڪريٽري ٿيڻ کان اڳ هوءَ نيو آرلينس ۾ روزي سان گڏ جنهن آفيس ۾ ڪم ڪندي هئي اتي ئي سندس ملاقات جئڪ برسٽو سان ٿي هئي. اڪثر هوءَ روزيءَ جي گهر رات جو هن سان ڪچهريءَ تي ويني هوندي هئي ۽ اڪثر جئڪ برسٽو کي رات جو دير سان شراب جي نشي ۾ بت ٽڙندو ٿاپڙندو ايندو ڏٺو هئائين. هو لوسيءَ سان به ڇيڙ ڇاڙ ڪندو هو پر لوسي هن کي فقط ان ڪري ڌڪاريندي هئي جو هن جون عادتون نه وڻنديون هئس. تنهن ڪانپوءِ جلد ئي جاسوس شيني هن کي ميامي وٺي آيو ۽ هوءَ هن جي سيڪريٽري بڻجي وئي ۽ ٿيندي ٿيندي هنن ٻنهي ۾ نوڪر ۽ مالڪ جو فرق مٽجي ويو. هاڻي لوسيءَ کي فقط ۽ فقط شيني سان محبت هئي ميامي ۾ اچڻ بعد هن جئڪ بابت نه ڪجهه ٻڌو نه ڪجهه سوچيو.

لوسي دروازو سڄو کوليندي هن کي چيو:

"جي مونسان ملڻ آيو آهين ته پلي اچ.... پلا روزي

نيو آرلينس ۾ ٿي آهي؟"
"ها." جڏهن جواب ڏنو ۽ پوءِ ساڳي طرح ٽڙندو ۽ هٿ پيٽ تي ڪپايو هو اندر گهڙي آيو ۽ ڪمري جي وچ ۾ اچي بيهي رهيو. لوسي دروازو بند ڪري ڇڏيو. دروازي بند ٿيڻ جو آواز ٻڌي جڏهن لوسي کان پڇيو:
"هتي اڪيلي ٿي آهين لوسي؟ پلا گذريل پندرهن منٽن دوران تو ڪنهن فون ته نه ڪئي آهي؟" پر ان کان اڳ جو لوسي ڪو جواب ڏئي پوانتي ڪاٺي هو ٻوٽ ڀر فرش تي ڪري پيو. لوسي ڊوڙي اچي هن جي ڀرسان گوڏن ڀر ويهي هن کي اٿلائي ڇڏيءَ پر ليٽاياٺين، اتسي جڏهن جو هٿ سندس پيٽ تان هٽي ويو ته سندس ڪُڪ وٽ قميص جو اهو حصو رت سان لٿل نظر آيو. لوسي هڪدم قميص هٽائي زخم ڏسڻ لڳي. ڪُک وٽ هڪ گهرو زخم رت اوڪاڙي رهيو هو، لوسي ڇرڪ ڀري اٿي بيٺي پر، انهيءَ کان اڳ جو هوءَ ڪجهه ڪري سگهي جڏهن اکيون کوليون ۽ ڇپيل آواز ۾ چيو:
"ڊاڪٽر کي نه سڏائجان لوسي، خدا جو واسطو اٿئي، مونکي سمجهڻ جي ڪوشش ڪر آءٌ جلدئي ٺيڪ ٿي ويندس. مونکي پنهنجي سمهڻ واري ڪمري ۾ ڪجهه آرام ڪرڻ ڏي، ڪجهه وقت آرام ڪندس ته ٺيڪ ٿي ويندس."
انهن چئي هو ڀهرين ٺونٺون ۽ پوءِ ٽريون ڪوڙي اٿي ويٺو. سندس اکين ۾ ارادي جي پختگي ۽ آواز ۾ حڪم جو انداز هو:

”بستري تي کو ٽوال رکي مونکي ان تي ليٽائي ڇڏ لوسي!“ هن وري چيو. ”يقين رک آءٌ وڌيڪ رت نہ ڇڏيندس. ها، مهرباني ڪري مونکي ڪجهہ پيار، پوءِ آءٌ ڪجهہ آرام ڪري جلدئي هليو ويندس.“

لوسي جو ذهن ڪجهہ بہ سوچڻ سمجهڻ کان جواب ڏئي بيٺو هو. جڏهن هن ڏانهن هٿ وڌايو ۽ هوءَ ٻي ڪا واه نہ ڏسي هن کي سهارو ڏئي پنهنجي سمهڻ واري ڪمري ۾ وٺي آئي ۽ بستري تي هڪ وڏو ٽوال وڇائي هن کي ليٽائي ڇڏيائين. جڏهن ٿورو وقت سور کان ڇنگهندو رهيو پر نيٺ آرام اچي ويس ۽ اکيون بند ڪري ڇڏيائين. لوسي اهو ڏسي اٿي لڳي تہ هن هڪدم سندس ٻانهن جهلي ورتي:

”ٻڌ لوسي، آءٌ قسم کڻي ٿو چوان تہ مون ڪنهن بہ قسم جو ڪو ڏوهہ نہ ڪيو آهي مگر هن وقت صورتحال ڪجهہ اهڙي آهي جو ڊاڪٽر سان رابطو رکڻ مناسب نہ ٿيندو. هتي ميامي ۾ تو کانسواءِ منهنجو ٻيو ڪوبہ ڄاڻو سڃاڻو ڪونهي ۽ توکي منهنجي مدد ڪرڻي پوندي. مونکي فقط هڪ ٻہ ڪلاڪ آرام وٺڻ ڏي تنهن بعد آءٌ هر ڳالهہ صاف ڪري ڇڏيندس— ها، مون توکان فون بابت پڇيو هو؟“

”مونکي ڪنهن بہ فون نہ ڪئي آهي.“ لوسي بدحواس هئي. ”پر تنهنجي پيٽ ۾ گولي لڳل آهي خون اندرئي اندر پيو سمي، جي ڊاڪٽر کي نہ ڏيکاربو تہ....“

”جي هنوقت ڊاڪٽر آيو تہ توکي پوءِ هميشہ لاءِ پڇتائڻو پوندو لوسي، پياري لوسي، مونتي اعتبار ڪر، ڏس

هن شهر ۾ آءٌ اجنبي آهيان ۽ پوليس جي فطرت جي نہ خبر اٿمي. آءٌ هنوقت ڪهڙي حالت ۾ آهيان سو ڏسڻ ٿي. بس مونکي فقط ڪجهہ وسرام وٺڻ ڏي." هاڻي جئڪ مرڪڻ لڳو هو. هن جون نظرون لوسي جي چهري تي ڪتل هيون جن جو انداز هو ۽ اڳ بہ آزمائي چڪي هئي.

"چڱو, آءٌ توڪي ڪجهہ براندي آڻي ٿي ڏيان." لوسي ۽ چيو. "۽ جڏهين شيني هتي اچي تڏهين تون هن کي سڀڪجهہ ٻڌائي ڇڏجان. هو پاڻ ئي ڪجهہ ڪندو."

ايئن چئي هوء ٻي ڪمري ۾ وئي ۽ اتان شيني جي پسند جي بهترين براندي جوگلاس ڀري ڪٺي آئي. گلاس بسترئي جي ڀر واري ميز تي رکي هن هڪ دفعو وري جئڪ جي قميص هٽائي هن جي زخم کي جاچي ڏٺو جنهن مان هاڻي رت وهڻ بند ٿي ويو هو.

"شيني هتي اچڻو آهي ڇا.؟" جئڪ سوال ڪيو.

"ها." لوسي جواب ڏنو. "۽ جي نہ آيو تہ آءٌ ڪيس فون ڪري سڏي وٺنديس."

"ايئن نہ ڪجانء لوسي." جئڪ ڏند پيڪوڙي ڪهرائي سان چيو. "پيڻ روزي جي خطن مان مونکي معلوم ٿيو آهي تہ تون شيني سان دل جو سودو ڪري ويٺي آهين."

"ها, مگر توکي انهيء تي ڪهڙو اعتراض آهي.؟"

"مونکي ڇو اعتراض ٿيندو. جي ميامي ۾ منهنجو ڪو بيو واقفڪار هجي ها تہ آءٌ توکي منهن بہ نہ ڏيکاريان ها."

اتي لوسي هن کي براندي جوگلاس کڻي ڏنو جو هن

ليٽي ليٽي ئي ننڊ ۾ اوتي ڇڏيو جنهن سبب ڪجهه برانڊي سندس ڳلن ۽ ڪنن تائين به هارجي وئي. گلاس خالي ڪري هن چيو:

”ڏس لوسي، شيني هتي مونکي تنهنجو مهمان ڏسي ضرور شڪ ڪندو، تو کان بدگمان ٿيندو ۽ مونکي بگهڙن جي حوالي ڪري ڇڏيندو. تون هن کي پنهنجي سچائي جو يقين ڪيئن ڏياريندين؟“

”آخر تون هر ماڻهوءَ کان ايترو خوف ڇو ٿو کائين؟“ لوسيءَ پريشان ٿيندي پڇيو. ”تو کي آخر گولي لڳل آهي ۽ ڊاڪٽر کي ڏيکارڻ ۾ آخر ڪهڙو حرج آهي؟“

”مونکي هڪ مئل ماڻهوءَ گولي هنئي آهي.... ها، هڪ مُردي مونکي گولي هنئي آهي، هاڻي تون يقين ڪرين يا نه ڪرين تنهنجي مرضي. ۽ ڊاڪٽر کي آءٌ ان ڪري نٿو ڏيکارڻ چاهيان جو هن حالت ۾ ۽ هن وقت آءٌ ڪنهن جي به اڳيان ويهي بيان ڏيڻ نٿو چاهيان نه ئي تنهنجي يار شيني سان ڳالهائڻ ٿو چاهيان. هاڻي ٻڌ، جي شيني هتي آيو ۽ تو کيس [redacted]منهنجي هتي موجودگي بابت ڪجهه به ٻڌايو ته ياد رک آءٌ هن کي چوندس ته تنهنجا مونسان ناجائز تعلقات آهن ۽ آءٌ هتي لڪي ڇپي تو وٽ ايندڙ آهيان، اهڙي طرح آءٌ شيني کي تو کان بدگمان ڪري ڇڏيندس ۽ تو کي نه رڳو نوڪريءَ تان هٿ ڪڻڻو پوندو پر شيني جي ڏڪار جا ڏڪ به سهڻا پوندئي، هاڻي دروازو بند ڪري ڇڏ ۽ هوشياريءَ سان حالات کي منهن ڏي.“

لوسي مانٽ پيس ۾، برانڊي جو خالي گلاس کڻي ڪمري مان ٻاهر نڪري دروازو بند ڪري ڇڏيو ۽ جڏهن ڪنهن پلنگ سان لڳل بٽڻ دٻائي بتي گل ڪري ڇڏي.

لوسي اهو گلاس صاف ڪري هڪ گلاس پنهنجي لاءِ ڀري اچي پنهنجي ڪمري ۾ ويهي رهي. سندس ذهن جي حالت غير ٿي پئي هئي. طرح طرح جا خيال، انومان ۽ انديشا هن کي پيڙهي رهيا هئا. عجيب صورتحال هئي. شيني اچڻ وارو هو ۽ هوءَ جڏهن کي هن کان پوشيده رکڻ تي مجبور ٿي پئي هئي جو هو پنهنجي ڌمڪيءَ تي عمل ڪري سندس زندگي تباه ڪري سگهيو ٿي. ٻي طرف وري هي انديشو به هو ته جي شيني کي ڪنهن ٻيءَ طرح اهو معلوم ٿي ويو ته لوسيءَ هڪ ماڻهوءَ کي، جو اهڙي حالت ۾ وٽس پهتو آهي جو هن جو اصل ڪردار واضح نه آهي. پاڻ وٽ پناه ڏني ۽ کيس بيخبر رکيو. ته به شيني بدگمان ته ٿيندو ئي ۽ لوسيءَ لاءِ وري ساڳي مصيبت ٿي پئدا ٿيندي! جڏهن جو معاملو واضح نه هو. هو ڪنهن جي گولي جو نشانو بڻجي آيو آهي؟ متان هو پاڻ ته ڪو خطرناڪ ڏوه نه ڪري آيو آهي؟ متان پوليس کي گهربل آهي؟ جي نه ته هو ڪنهن سان به ملڻ کان ايترو ڇو پيو ڪيٻائي؟ جي هوءَ پاڻ سيڪجهه شيني کي ٻڌائي ٿي ڇڏي ته به خطرو آهي ۽ جي هن سان ڪوڙ ٿي ڳالهائي ته به ساڳيو خطرو!!

ڪيترو وقت هوءَ ويٺي وسڪيءَ جا ڍڪ ڀريندي ۽ پنهنجي ذهني ڇڪتاڻ کي منهن ڏيندي رهي. سندس سمهڻ

واري ڪمري ۾ مڪمل سانت هئي. شايد جڏهن ڪي ننڊ اچي وئي هئي. ٿوري ئي دير ۾ دروازي جي گهنٽي وڳي ۽ هن اٿي دروازو کولي ڇڏيو....

( ٢ )

جاسوس شيمي نهايت اطمينان سان لوسي جي ڪمري ۾ داخل ٿيو ۽ اڳتي وڌي هن کي گلي سان لائي هن جا چپ چميا. لوسي جي منجهيل ذهن کي هڪ لحظي لاءِ فرحت اچي وئي. ٿوري دير تائين هو هڪٻئي سان ررح رهاڻ ڪندا رهيا. ٻه ٽي گلاس به خالي ٿيا. شيمي جي هڪ نگاهه ۾ لوسي کي محبت ۽ اطمينان ٿي ڏسڻ ۾ آيو ته ٻيءَ ۾ شڪ ۽ بدگماني. هڪ پل لاءِ هن کي خيال آيو ته شيمي کي سڀڪجهه ٻڌائي ڇڏي پر وري اهو فيصلو ڪري دلجاءِ ڪري ڇڏيائين ته هيءَ رات به شيمي سان اڳ گذريل انيڪ راتين وانگر گذارجي ۽ جڏهن هو آڌيءَ ڌاري موٽي ويندو ته پوءِ جڏهن کي ڏنو ويندو.

شيمي تازو ڀريل گلاس چپن تائين آڻيندي چيو:

”لوسي، دلبر اچ رات مونکي ڪجهه وڌيڪ صحبت جو وقت ڏجان، آءٌ ان لائق نه به هجان پر تنهنجي وڌ ۾ وڌ صحبت جو گهرجائو ضرور آهيان.“

لوسيءَ جي دل چاهيو ته رڙ ڪري کيس چوي ته اڄ ٿي رات کيس جلد واپس وڃڻ گهرجي پر هوءَ ايئن نه

ڪري سگهي ۽ هن کي چوڻو پيو:
”بيشڪ شيني.... هاڻي ڪا نئين تازي خبر ٻڌاءِ.“
اتي ئي دروازي تي زوردار ٺڪاءُ ٿيا ڇڻ ڪوئي دروازي کي مڪون هڻي رهيو آهي. شيني سوالي نگاهن سان لوسي ڏانهن نهاريو. هوءَ حيران ٿيندي اٿي ۽ دروازو کوليائين ته اهو ڏسي هن جي دل دهلجي وئي ته اتي هڪ پوليس ڪانسٽيبل ۽ ڪي سپاهي بيٺا هئا! هن جي نڙي خشڪ ٿي وئي پر پاڻ سنڀالي هن ڪانسٽيبل کان پڇيو_ ”فرمايو_“
”معاف ڪجو محترم!“ ڪانسٽيبل پڇيو. ”اوهانجي فليٽ ۾ ڪو ٻيو شخص به موجود آهي؟“
”اوهين ڪهڙي مقصد سان ٿا پڇو؟“ لوسي دروازي جو سهارو وٺندي پڇيو.
”اسين هڪ شخص جي تلاش ۾ آهيون جنهن لاءِ معلوم ٿيو آهي ته هو هن فليٽ ۾ آيل آهي. اسانکي اوهان جي فليٽ جي تلاشي وٺڻي آهي. اجازت؟!“
”وهين مونتي ڪنهن ڀاڄوڪڙ ڏوهاري کي پناه ڏيڻ جو شڪ ٿا ڪريو؟“
”ڏسو.“ ان عملدار اڳتي وڌندي اکيون ڦرڙائيندي چيو. ”وڌيڪ بحث مباحثي جي ضرورت ناهي. ٿي سگهي ٿو اسانجو شڪ درست ئي هجي.“
ايتري ۾ شيني اندران اٿي دروازي تي آيو. سندس ڇهري تي ڪروڌ ۽ گنڀيرتا ڏسي ڪانسٽيبل ڪجهه هٻڪي

نيچي رهيو. شيني ڪهرو ٿيندي هن کي روڪيو:
”ڪنهن معزز عورت جي ٽوهين ۾ هن جي گهر اندر زبردستي داخل ٿيڻ سان اوهانجو ڇا مطلب آهي.؟“
”اوهين مهرباني ڪري زبان سنڀالي ڳالهايو.“ ڪانسٽيبل شيني تي پنهنجو ڏنڊو الارينڊي چيو. ”نه ته اوهانجي به خوب خبر وٺنداسون.“
اهو ٻڌي شيني پاڻ سنڀالي هڪ زوردار مڪ هن جي منهن تي ڦهڪائي ڪڍي. لوسيءَ ڪان هڪ هلڪي رڙ نڪري وئي. ڪانسٽيبل پوانتي ڪائي پٺيءَ ڀر وڃي ٻئو ۽ شيني مٿس ڦٽڪارن جي وسڪار لائي ڏني. گوڙ ٻڌي سارجنٽ **لافنس** جو پر واري فليٽ ۾ موجود هو سو ٻاهر نڪري آيو ۽ فرش تي پيل عملدار کي پانهن کان جهلي اٿارڻ لڳو.
”ڇا ڳالهه آهي؟“ سارجنٽ لافنس هن کان پڇيو.
ويچاري ڪانسٽيبل جا اڳيان ٻه ڏند پڇي پيا هئا، ۽ انهن مان رت وهڻ لڳو هو. هو پاڻ سنڀالي اٿيو، هن شيني ڏانهن اشارو ڪندي چيو:
”سارجنٽ صاحب، هي ئي اهو شخص آهي جنهن کي اسين ڳولي رهيا آهيون.“
”مغز جاءِ ڪر بيوقوف.“ سارجنٽ سخت ٿيندي چيس. ”هي ته مشهور جاسوس ماڪ شيني آهي، معزز شخصيت آهي.“ تنهن ڪانپوءِ هن کي حڪم ڏنائين:
”ڇگو ٿون هاڻي موٽي وڃ، آءٌ پاڻ ٿو حقيقت معلوم

ڪريان."

ڪانسٽيبل ڪڪو ڪو ٿي ويو. هر ڪنهن کي خبر هئي ته ماڊڪ شيني نه صرف هڪ مڃيل جاسوس ۽ معزز شخص آهي بلڪ هن جي پوليس جي اعليٰ آفيسر جينٽري سان گهاٽي دوستي به آهي، ڪانسٽيبل ۽ سپاهين جي وڃڻ بعد سارجنٽ شيني کان حقيقت پڇي ته هو ماڳهي ڪاوڙ ۾ ڇوه ڇنڊڻ لڳو:

"ڪمبخت منهنجي سيڪريٽري کي اڇي ڏيارڻ لڳو هو."

"اسين هڪ خوني جي تلاش ۾ آهيون شيني." سارجنٽ کيس سمجهايو. "هو هڪ ايرڙو قدآور نوجوان آهي ۽ جنهن لاءِ معلوم ٿيو آهي ته هو هن ئي عمارت ۾ آيل آهي ۽ توکي ته خبر آهي ته پوليس کي هر طرح سان اطمينان ڪرڻو ئي هوندو آهي. هاڻي جي تون ناراض نه ٿين ته آءُ پاڻ اچي مس لوسي جي فليٽ ۾ جاچ ڪريان."

"مونکي اعتراض آهي." شيني چيو. "پڪي ڇڏ ته لوسي جي فليٽ ۾ اهڙو ڪوبه شخص موجود نه آهي. بس يا آءُ مسٽر جينٽري کي فون ڪريان؟"

"ٺيڪ آهي، ٺيڪ آهي." ائين چئي سارجنٽ لافٽس هليو ويو ۽ شيني اندر اچي دروازو زور سان بند ڪري ڇڏيو.

لوسي ديوان تي هڪ ڏک ڪاڏل پکيءَ وانگر ويٺي هيسيل اکين سان شيني ڏانهن نهاريندي رهي. شيني جي اکين ۾ هن ايترو ڪروڌ ۽ وحشت ڪڏهين نه ڏٺي هئي.

شيني پوليس جي روپي تي ڦٽڪارون وجهندو جڏهن هڪ پيو گلاس پرڻ لڳو ته لوسي ڏڇندي ڏڇندي ڳالهايو :

”شيني! هڪ ضروري ڳالهه توکي ٻڌائڻي هئي.... دراصل.... اهو سڀڪجهه ايتري تيزيءَ سان ٿي ويو جو آءٌ توکي ڪجهه نه ٻڌائي سگهيس....“

”آخر ڇا ڳالهه آهي- تون ايتري پريشان ڇو آهين لوسي؟“

”اهو ماڻهو.... جنهن لاءِ پوليس پڇا ڳاڇا ڪري رهي آهي سو.... سو مون واري بيڊ روم ۾ موجود آهي....“

شيني اهو ٻڌي ٽپ ڏئي اٿي بيٺو:

”سچ لوسي؟ تڏهن مونکي سارجنٽ سان ڪوڙ ڳالهائڻو پيو! پوليس جي اعليٰ عملدار جي دوستيءَ جو فائدو وٺي سپاهين کي بيعزتو ڪيم ۽ تون ان شخص کي پناه ۾ رکيو ويٺي آهين؟“

لوسيءَ فقط ڪنڌ ڌوڻيو ۽ منهن هٿن ۾ ڏئي روئڻ لڳي. شيني جو هڪ هڪ اکر هن تي چوٽ ڪري رهيو هو. شيني اٿي ٻاهر نڪري ويو ۽ لوسي تيسين ڪنڌ مٿي نه کنيو جيسين هو واپس اندر نه آيو. ”سارجنٽ لافنس به ڪيڏانهن هليو ويو آهي.“ ايئن چئي هو لوسي جي بيڊروم ڏانهن وڌيو ۽ دروازو کولڻ لڳو مگر.... دروازو اندران بند هو! شيني دروازي تي مڪون ٺڪڪائڻ لڳو- ”دروازو کول، نه ته آءٌ انکي ٽوڙي وجهندس!“

ڪافي دير ٺڪائڻ بعد جڏهن دروازو نه کليو ته هن مڪون

۽ لٽون هڻي انکي ڪولي وڌو. لوسي بت بڻي ديوان تي ويٺي رهي. شيني اندر داخل ٿيو ۽ هوءَ هن بعد پيش اچڻ وارن حالات جو اندازو لڳائي ڌهلجڻ لڳي. اڌ منٽ ٿائين جي مات ڪانپوءِ شيني ٻاهر نڪتو:

”هون-!“ هن لوسي ڏانهن نهاريندي چيو. ”تڏهن تو هن سان پوري وفاداري ڪئي ۽ هن کي پڇائي به ڇڏيو، يا هن کي پڇڻ جو وجهه ڪيي ڏنئي! هو فرار ٿي چڪو آهي دري کلي پئي آهي جنهن جي ٻاهرئين پاسي ڏاکڻ رکي آهي، مون هن جي پيرن جي آهٽ صاف ٻڌي ورتي پر گهري اونده سبب هن کي ڏسي نه سگهيس. تنهن جي معنيٰ ته اسان هڪ خونيءَ کي ڇڏي ڏنو ته هو ڪو ٻيو خون وڃي ڪري! ايئن نه.؟ رڳو ان ڪري جو مون توتي ويسهه ڪرڻ جي حماقت ڪئي؟“

ايئن چئي هن ٽيليفون کڻي ميامي پوليس ٿاڻي جو نمبر گهمايو....

(٣)

لوسي لاءِ اهو سمجهي وٺڻ مشڪل نه هو ته شيني پوليس ٿاڻي جو نمبر گهمايو آهي، ۽ انهيءَ کان اڳ جو ٿاڻي سان لائن ملي هوءَ ديوان تان ستت ڏئي اٿي ۽ شيني جي هٿ مان رسيور کسي ورتائين ۽ فون بند ڪري گهٽيل آواز ۾ هن کي ايلاز ڪرڻ لڳي:

”نہ شيني نہ، پوليس کي ڪجھہ ٻڌائڻ کان اڳ تو کي منهنجي ڳالهہ ٻڌڻي پوندي.“

شيني کي هن جي ڇاتين جي ٽڪڙي ٽڪڙي لاه چاڙه مان هن جي سهڪڻ جو اندازو لڳائڻ ۾ ڪا دير نہ لڳي. هن چيو :

”مگر لوسي، ڪنهن خونيءَ کي ايتري ڇوٽ ڏيڻ بہ مناسب نہ آهي، احمق نہ ٿي....“

”احمقپائي تہ تون پيو ڪرين شيني.“ لوسي پختي لهجي ۾ چيو ۽ ايئن چوندي هن جي اکين ۾ پاڻي تري آيو— ”سوچ تہ سهي، پوليس جي معاملي ۾ پاڻ کي ڪهڙا حالات پيش اچي سگهن ٿا؟ اخبارون ڇا لکنديون.؟ تہ معزز جاسوس شيني جي سيڪريٽريءَ هڪ خونيءَ کي پنهنجي بيڊروم ۾ پناه ڏني ـ! ۽ شيني پنهنجي سيڪريٽريءَ جي مدد ڪئي، پوليس جي اعليٰ عملدار جي دوستيءَ جي پروسي! ڇا هو تنهنجو جاسوسيءَ جو لائسنس نہ کسي وٺندا؟ فقط مون کان بدگمان ٿـي تون اهڙن چوڪرن واري حرڪت ٿـو ڪرين!“

”منهنجو لائسنس ڪنهن شهريءَ جي جان کان وڌيڪ ڪونهي لوسي!“ شيني جي آواز ۾ مانائي بہ هئي ۽ ٺڪار بہ.

”ٻـڌ شيني“ لوسي وري وينتي ڪئي. ”جنهن جسي ڪنڪ ۾ گهرو ڦٽ آهي ۽ هو پوليس جي گرفت کان گهڻو پري نٿو وڃي سگهي. هو ڪٿي نہ ڪٿي ڪيس هونئن ئي هٿ ڪري وٺندا، تنهنجي اطلاع سان آخر پوليس کي ڪهڙو

فائدو رسندو؟"
شيمي براندي جو گلاس ميز تان کنيو. ڊڪار هن جي اکين ۾ اڃا به موجود هئي. لوسي وري ٿاڦڙجندي اچي ديوان تي ويٺي ۽ ساهه سنڀالي جئڪ جي اچڻ جو سمورو احوال هن کي ٻڌائڻ لڳي. سڄي ڳالهه ٻڌڻ کانپوءِ هن لوسي کان جئڪ جي ماضيءَ بابت سوال پڇيا جن جا جواب به هو ڏيندي رهي مگر سڀڪجهه صحيح صحيح ٻڌائڻ جي به هن کي همت نه ٿي ته متان ڪنهن ڳالهه سبب هوءَ شيمي جي محبت ۽ همدردي نه وڃائي ويهي. لوسي کان سڀ احوال وٺڻ کانپوءِ شيمي وري فون ڏانهن وڌيو:
"هاڻي اهو ته معلوم ڪجي ته پوليس جئڪ جي پٺيان ڇو آهي؟" ايئن چئي هن فون کنئي ۽ ڪو نمبر گهمائي ڪنهن کان سڄي صورتحال معلوم ڪئي. ڳالهه ختم ٿيڻ تي هن فون رکي لوسيءَ کي مخاطب ٿيو:
"نهايت بگهڙيل صورتحال بڻجي وئي آهي .... گهر نمبر ١٨- جي هڪ فليٽ ۾ هڪ نوجوان ڇوڪريءَ کي گهٽو ڏئي ماريو ويو آهي ۽ جئڪ عين انهيءَ وقت اتان ٿي هڪ ٽئڪسي ۾ سوار ٿي هتي پهتو آهي. انهيءَ ٽئڪسي ڊرائيور ريڊيو تان ان ڇوڪريءَ جي خون جي خبر ٻڌي پوليس کي اطلاع ڏنو آهي ته هن ساڳي گهٽيءَ مان هڪ شڪي ماڻهوءَ کي عجيب حالت ۾ تنهنجي گهر تائين پنهنجي ٽئڪسيءَ ۾ آندو آهي. تنهن ڪري ئي پوليس جئڪ کي ڳولڻ لاءِ هتي آئي هئي.... البت عجيب ڳالهه هيءَ آهي ته

مقتول ڇوڪريءَ جي ڪمري ۾ نه ڪو رت ڏسڻ ۾ آيو آهي نه ئي ڪو روالور وغيره هٿ آيو آهي!“

”مونکي ته يقين نٿو اچي ته جنڪ خون به ڪري سگهي ٿو. هن ڪا معمولي قسم جي ڦر يا چوري ڪئي هجي ته بي ڳالهه آهي پر خون ڪرڻ جي ته هن مان توقع نٿي رکي سگهجي.“

”جي توکي هن تي ايترو ئي اعتبار هو ته پوءِ تون ڊاڪٽر کي نه ته مونکي ئي سڏي وٺين ها، جي هو بيگناه هجي ها ته آءٌ ئي هن جي مدد ڪريان ها.“

”شيني، اهو سڀڪجهه ايتري تيزي سان ٿي ويو جو آءٌ ڪجهه به نه ڪري سگهيس ... ۽ هاڻي.... آءٌ توکي اهو به ٻڌائي ڇڏيان ته هن مونکي ڌمڪي ڏني هئي ته جي مون توکي هن جي موجودگي جي خبر ڪئي ته هو توکي مون کان بدگمان ڪري ڇڏيندو.“

”۽ تو اهو سمجهيو ته توکان بدگمان ٿي آءٌ ڏاڍو ڏک پرايان ها لوسي! تون جي پنجاه ڇٽن سان تعلقات رکين ته به منهنجو ڇا؟“

”هاڻي مون سمجهيو.“ لوسي جو لهجو تبديل ٿيو. ”آءٌ مورک هيس جو سمجهندي رهيس ته توکي منهنجو خيال آهي!“

”جي توکي مون تي اعتبار نه آهي ته.... ته تون ڪا ٻي نوڪري تلاش ڪري سگهين ٿي.“

”آءٌ ضرور ڪنديس.“ لوسي ساڳي بدليل انداز ۾ چيو.

”آءٌ سڀاڻي صبح جو ئي ڪا ٻي نوڪري تلاش ڪري وٺنديس.“

”يعني تون مون کي ايترو وقت به نه ڏينديئن جو آءٌ ڪا ٻي سيڪريٽري هٿ ڪري وٺان؟“

”نه، نه ڏينديس ايترو وقت.“ لوسي سختيءَ سان چيو. ”بس هاڻي وڌيڪ ڳالهائڻ جي ضرورت ناهي.“

”اسين هن وقت پنهنجي وس ۾ نه آهيون پريشان آهيون لوسي تنهن ڪري ٿي سگهي ٿو اسين بي ارادي ڳالهيون پيا ڪريون.“ شيمي جو لهجو هاڻي بدلجڻ لڳو هو. ”خير، هن وقت تون آءٌ گهر نمبر ١٨- ۾ وڃي مقتول ڇوڪريءَ جي قتل بابت پڇا ڳاڇا ڪندس، ۽ جيئن ته تون اڃا منهنجي زيردست آهين ان ڪري آءٌ توکي حڪم ٿو ڏيان ته جيسين آءٌ واپس نه اچان تيسين تون هتي ئي رهجان.“

ايئن چئي هن لوسي ڏانهن نهاريو مگر لوسي منهن ڦيرائي ڇڏيو. شيمي پنهنجو ٽوپلو کڻي ڪمري مان ٻاهر هليو ويو....

(٤)

شيمي ٻاهر اچي پنهنجي ڪار ۾ ويٺو ۽ گهٽي نمبر ١٨ جو رخ ڪيائين. هن جي ڪاوڙ جيتوڻيڪ ڍري ٿي چڪي هئي پر اڃا پوري طرح ختم به نه ٿي هئي. دل ئي دل ۾ هو اهو به تسليم ڪندڙ هو ته سندس ڪاوڙ اجر ڪا جو نتيجو آهي. هو بهرحال لوسي سان محبت ڪندڙ هو ۽ لوسي جو جهڙي انداز ۽ جهڙن حالات ۾ ڪنهن کي همدردي ۽ پناه ڏيڻ سندس عاشق کي جلائڻ جو سبب ته اوس ٿيندو ئي.!

گهٽي نمبر ١٨ - جي هڪ فليٽ وٽ پوليس جي عملدار مسٽر جينٽري جي خانگي موٽر، پوليس جون ٻه لاريون ۽ ڪن ماڻهن جو هجوم ڏسي هن کي پڪ ٿي ته واردات اتي ٿي ٿي آهي. هڪ سپاهي در وٽ بيٺو ماڻهن جي هجوم کي پوئتي هٽائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. شيني پنهنجي ڪار بيهڻ ڪارڻ کان ڪجهه پريرو بيهاري ۽ انهيءَ سپاهيءَ وٽ پهتو ته سپاهي کيس هڪدم سڃاڻندي چيو:

"جينٽري صاحب اندر آهي مسٽر شيني، ڇا اوهين هن قتل جي تحقيقات ۾ شامل ڪيا ويا آهيو؟"

"نه -" شيني جواب ڏنو. "آءٌ فقط ريڊيو تان اطلاع ٻڌي هتي آيو آهيان. ڀلا مقتول ڇوڪريءَ جو نالو ڇا آهي؟"

"هتي ڪنهن کان معلوم ٿيو ته هرڪو هن کي **ڏڪسي** سڏيندو هو."

"ڀلا هي سڀڪجهه ڪيئن ٿيو؟"

"ڪنهن کي به خبر نه پئجي سگهي. هڪ ڪلاڪ اڳ هن جي ڪمري جي پر واري ڪمري ۾ رهندڙ هڪ عورت هن کي مئل ڏسي پوليس کي اطلاع ڏنو."

اتي اندران هڪ ٻيو شخص نڪتو. شيني ان کي ڏسي اڳتي وڌي ساڻس هٿ ملايو. "اوه - **بيڊلي!**" بيڊلي به جاسوس هو ۽ سندس واقفڪار به. شيني جي پڇڻ تي هن کيس ٻڌايو:

"مقتول ڇوڪريءَ کي هن شهر ۾ آئي ڪي هفتا ٿيا هئا. نالو ڏڪسي اٿس ۽ عمر ويهه سال به مس ٿيندس، هن

ڪمري ۾ اڪيلي رهندي هئي پر گمان به آهي ته ساڻس ڪو مرد به رهندڙ هو پر اوڙي پاڙي وارن کي هن جي ڪا خبر نه هئي ڇاڪاڻ جو هو اندر ئي لڪو رهندو هو.“

”انهيءَ ئي مرد نه ڇوڪريءَ کي نه ماريو آهي.؟“

”ڪهڙي خبر. تسي سگهي ٿــو هن کي انهيءَ شخص قتل ڪيو هجي جو ساڳي وقت هتان هڪ ٽئڪسي ۾ سوار ٿيو. ٽئڪسي ڊرائيور جو چوڻ آهي سندس ٽئڪسيءَ جي انهيءَ نشست تي ڪجهه رت به لڳل آهي جنهن تــي اهو شخص ويٺو هو. صحيح معاملو ڇا آهي تنهن بابت هن وقت ته ڪجهه نٿو چئي سگهجي.“

”برابر.“ شيني هن سان اتفاق ڪيو. ”هنن حالات ۾ واقعي ڪجهه نٿو چئي سگهجي. فوتي کــي ڪچيءَ ۾ رسو وجهي ماريو ويو آهي، پــاڙي وارن جــو چوڻ آهي تــه هنن گوليءَ ڇٽڻ جو آواز نه ٻڌو. مقتول ڇوڪري جــي ڪمري ۾ نه ڪو رت جو نشان آهي نه ڪو اهڙو هٿيار.... ۽ هتان ٽئڪسي ۾ سوار ٿيندڙ شخص زخمي هو ـــ! بـرابر، هڪدم ڪنهن فيصلي تي پهچڻ مشڪل آهـي.“ ايئن چئي شيني هن کان موڪلائي پوئتي موٽيو.

جڏهن هو پنهنجي ڪار وٽ پهتو ته هن کي پريان کان ڪنهن جي هلڻ جي آهٽ ٻڌڻ ۾ آئي. هن پٺ ورائي ڏٺو. سـهي هانيءَ جي هڪ خوبصورت ۽ نوجوان مگـر ڪمزور بدن جي ڇوڪري ڪيس سڏي رهي هئي:

”مسٽر، هڪ منٽ بيهجو....“ شيني جي ويجهو پهچي

هن وري چيو:

”اوهين هينئر هڪ سپاهي سان ڳالهائي رهيا هئا، مهرباني ڪري ٻڌايو ته هي سڀ گوڙ گهوڙ ڇا جو آهي-؟ مون کي ته ڪير به نٿو ٻڌائي، خدارا اوهين ئي ڪجهه ٻڌايو.“

”توهان پاڻ سپاهين کان ڇو نٿي پڇين؟“ شيني هن کي غور سان ڏسندي چيو.

”آءٌ پڇان ٿي، اوهين ته ڄاڻو ٿا ته هو الٽو مون کان طرح طرح جا سوال ڪندا. مهرباني ڪري اوهين ڪجهه ٻڌايو، هتي هڪ ايمبولنس بيٺي آهي، ڇا ڪنهن جو خون ٿيو آهي.؟“

شيني ڪجهه سوچي پوءِ پنهنجي ڪار جو دروازو کوليي هن کي ٻانهن کان وٺي چيو:

”اچي منهنجي ڪار ۾ ويهه ته هلي ڪنهن ريسٽوران ۾ ويهي ڳالهيون ڪريون.“

”پر پهرين مون کي اهو ٻڌايو ته قتل ڪنهن جو ٿيو آهي. مون کي ڏاڍي اڻ تڻ ٿي پئي آهي.“

”هڪ ڇوڪريءَ جو قتل ٿيو آهي.“ شيني هن کي ڪار ۾ ويهاريندي پاڻ به ويهندي جواب ڏنو. ”ٽڪسي نالو اٿس ۽ هن کي ڦاهو ڏئي ماريو ويو آهي.“

اهو ٻڌي ڇوڪريءَ دلجاءِ جو ڏکيو ساهه کنيو ۽ ڌيمي آواز ۾ چيو:

”خدا جو شڪر آهي، آءٌ ته ڏاڍي پريشان آهيان، اوهان کي خبر نه هوندي ته هن شهر ۾ آءٌ بلڪل اجنبي

آهيان، ٿوروئي وقت ته ٿيو آهي جو هتي آئي آهيان. سمجهه ۾ نٿو اچي ته هاڻي ڇا ڪريان ...“ اهو آخري جملو چوندي سندس گلو ڀرجي آيو ۽ چپ ڪوڙجي ويس. شيني پڇيس:

”ڪهڙي شهر کان آئي آهين.؟“

”نيو آرلينس کان.“ ڇوڪريءَ جواب ڏنو. ”ڏس مسٽر منهنجو دماغ ڪم نٿو ڪري ۽ سمجهه ۾ ٿو اچيم ته ڇا ڪريان. اڄ رات هتي مون کي پنهنجي مڙس سان ملڻو هو. ٻه ڏينهن اڳ اسان هڪٻئي کي هتي ملڻ جو وقت ڏنو هو. هن مون کي هن هنڌ ئي ملڻ لاءِ چيو هو پر جڏهين آءٌ هتي پهتيس ته چوطرف رکو پوليس جا سپاهي ڏٺم ڪنهن کان ڪجهه پڇڻ جي همت نه ٿيم. ٿي سگهي ٿو منهنجو مڙس هتي آيو هجي پر پوليس ڏسي هليو ويو هجي. هاڻي ڇا ڪريان، هاڻي هو مون کي ڪٿي ملندو؟ ڪيئن ملندو، ڇا ڪريان .. “ ايئن چئي هوءَ سڏڪا ڀري روئڻ لڳي!

شيني ڪار چالو ڪري چڪو هو. ڇوڪريءَ جون ڳالهيون هن سڀ ڌيان سان ٻڌيون پر ڪو جواب سوال نه ڪيائين. نيٺ هن هڪ ريسٽوران وٽ اچي ڪار جهلي ۽ ڪي قدر رڪائي سان ڇوڪريءَ کي چيائين:

”هل ته ريسٽوران ۾ هلي ويهون ۽ ان معاملي تي ويچاريون، شايد آءٌ تنهنجي ڪا مدد ڪري سگهان.“

ريسٽوران ۾ هڪ خالي ڪيبن ڏسي شيني هن کي وٺي هلي ان ۾ ويهاريو ۽ بيري کي سڏ ڪري برانڊي لاءِ چيائين

ته ڇوڪريءَ هن کي روڪيو:

”آءٌ ايترو نه پيئندي آهيان مسٽر.... ۽.... خالي پيٽ ايترو پيئڻ چڱو ناهي...“ شيفني هن لاءِ ڪجهه کاڌي جو حڪم ڏنو. ۽ بيري جي وڃڻ بعد غور سان هن جو جائزو وٺڻ لڳو. هو پنهنجي اندر ۾ پنهنجو پاڻ سان ڳالهائڻ لڳو: ’ويهن سالن کان ٻه گهٽ عمر جي ٿي ڏسڻ ۾ اچي، پالنا مناسب نه ٿي اٿس، زندگيءَ ۾ ڪي ڏک ڏٺا اٿس سختيون سٺيون اٿس، مناسب کاڌو خوراڪ ڪانه ٿي جيڪر ڳلن ۾ اهي گهب نه رهنس ۽ جيڪر ڏاڍي وڻندڙ ڏسڻ ۾ اچي ۽ اکيون....اکيون به سهڻيون اٿس پر انهن ۾ خوف ۽ فڪر پيو جهاتيون ڏجهي.‘

”معاف ڪجو مسٽر-“ ڇوڪريءَ هن کي مخاطب ڪيو. ”اوهان کي منهنجي پيٽ پوڄا جو بندوبست ڪرڻو پيو پر پنهنجي مڙس سان ملڻ بعد اوهان کي اهو قرض موٽائي ڏينديس، توهين ايئن نه سمجهو ته آءٌ ڪا “

”نه نه، آءٌ ڪجهه به نه پيو سمجهان.“

”جي ڪا ڇوڪري اڪيلي ڪنهن رستي تي بيٺل هجي ته اوهين هن کي آدر ڇا سمجهندا. ۽ جي ويتر اوهان هن کي ڪجهه کارايو پيارايو ته پوءِ ته سمجهندا ته اوهان هن کي خريد ڪري چڪا.“

شيفني هن کي پنهنجي نيڪ نيتي جو يقين ڏياريندو رهيو ۽ جڏهن بيرو گوشت جا ٽڪر وغيره کڻي آيو ته هوءَ بکايل بگهڙ وانگر کائڻ کي جنبي وئي. ڪائي ڏهه کري هن اطمينان جو ڊگهو ساهه کنيو شڪرگذاري سان شيفني ڏانهن نهاريو:

”ايمانداري جي ڳالهه آهي ته صبح جو هڪڙو روٽ کاڌو هئم ۽ تنهن بعد وري، هاڻي ڪجهه پيٽ ۾ پيو اٿم. زندگي ۾ ڪڏهن اهڙي بک ۽ ماندڪائي سان واسطو نه پيو. پر اوهين دلجاءِ رکو، منهنجو مڙس پئسي وارو آهي، هو اوهان جو قرض چڪائي ڇڏيندو.“

شيني ڪجهه دير خاموش رهي هن کي چيو:

”پانيان تو جنڪ کي پوليس ڪجهه پريشان ڪيو آهي، ڪيئن؟“

”جنڪ؟!“ هوءَ پريشان ٿي وئي ۽ حوف وڪوڙي ويس. ”ڪهڙو جنڪ؟ اوهان جو مطلب ڇا آهي؟“

”توئي ته ٻڌايو ته تنهنجي مڙس جو نالو جنڪ آهي.“

”مون ته اوهان کي پنهنجي مڙس جو نالو ڪونه ٻڌايو، خير، منهنجي مڙس جو نالو جنڪ ناهي بلڪ هن جو نالو بيٽر آهي.“ هن مشڪل سان اهو اکر اچاريو. ”۽ يقينن هو ڪنهن به قسم جي مشڪل يا پريشانيءَ ۾ نه هوندو.... ۽ پوليس جو ته ڪم ئي آهي اوپتو ۽ شڪي ماڻهن کي پريشان ڪرڻ، چاهي ڏوهاري هجن يا نه هجن. پوليس هن کي قاتل ٿي سمجهندي آهي....“

”خير، هاڻي ڇا ارادو آهي؟ تو کي پيو ڪو اهڙو هنڌ به سجهي جتي تنهنجي مڙس جي ملڻ جي اميد هجي؟“

”انهيءَ گهٽي نمبر ١٨- ڪانسواءِ پيو ته ڪو به هنڌ نٿو سجهيم. هن مون کي فون تي انهيءَ ئي هنڌ ملڻ جو وقت ڏنو. پانيان ٿي هن سان گڏ هن جو ڪو دوست به هو. هو

ٻہ ميامي شهر ۾ نئون ئي آيل هو. منهنجو خيال آهي تہ آءٌ وري ساڳي هنڌ وڃي ٻيهان شايد هو اتي اچي وڃي. سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ اهو حادثو ٻہ اڄ ئي ڇو ٿيو، هو شايد وقت تي اتي پهچي ٻہ ويو هجي، مون کي نہ ڏسي الائي ڇا سمجهندو."

"خير، تنهنجو وري اتي وڃڻ تہ مناسب نہ ٿيندو. رهيو تنهنجي مڙس جي اتي اچڻ يا نہ اچڻ جو سوال سو ٿي سگهي ٿو هو اتي آيو هجي ۽ پوليس کي ڏسي پري کان ئي موٽي ويو هجي تہ متان پوليس مٿس شڪ ڪري. هل تہ، تو کي ڪنهن هوٽل ۾ ڪمرو وٺي ڏيان ۽ تون آرام ڪر پوءِ صبح جو ڏٺو ويندو."

شيني ٻل ڏئي هن کي وري ڪار ۾ کڻي هڪ هوٽل ۾ وٺي آيو. اتي هن کي ڪمرو نمبر ٦ خالي مليو. هن کي ڪمري ۾ ڇڏي هو جڏهن هوٽل جي رجسٽر ۾ داخلا ڪرائڻ آيو تڏهن، ڪجهہ سوچي، هن پاڻ کي ڇوڪريءَ جو مڙس ڪري لکايو— "مسٽر ۽ مسز پيٽر—"

مئنيجر اهو نالو لکي هن کان پڇيو:

"ڪٿان آيا آهيو؟"

"فلوريڊا کان."

اهي سڀ ڪوڙ لکائڻ ڪانپوءِ هو هڪ سچ ظاهر ڪرڻ تي مجبور هو جو هو ڪنهن کان ٻہ لڪائي نٿي سگهيو ۽ اهو هو سندس ڪار جو لائسنس نمبر!

"داخلا ڪرائڻ بعد هن اجنبي ڇوڪريءَ وٽ اچي

هن کي سمجهايو :
”سون هتي پاڙ کي مسٽر پيٽر ۽ توکي پنهنجي زال لکايو آهي، پر ڪار جو لائسنس نمبر ڏيئو ئي پيو، خير تون آرام ڪر آءٌ هلان ٿو، صبح جو اچي تنهنجي ناشتي جو بندوبست ڪندس.“

اجنبي ڇوڪريءَ هن کي حيراني ۽ ٿوري شڪ سان ڏسندي نيڪ الوداع چيو، ۽ شيني اتان روانو ٿي سڌو لوسيءَ جي گهر جو رخ رکيو....

( د )

لوسي نندا کريون اکيون کڻي پنهنجي ڪمري ۾ ايندڙ شيني ڏانهن نهاريو. گهٽتي ۽ بدحواسي سندس چهري تي صاف پئي بکي. هن اتاولائي سان سوال ڪيو:
”ڪيئن شيني — جئڪ بابت ڪجهه معلوم ٿيو؟“
”ڪجهه به نه.“ شيني جي نرڙ ۾ گهنج پئجي ويا. ”آءٌ هن بابت ڪنهن کان ايتري پڇا ڳاڇا به نه ڪري سگهان سيڪو پڇندو ته توکي جئڪ جي گهٽتيءَ جو ڇو اچي ورايو آهي.؟ ڇو اهو ته ٻڌاءِ ته ڇا جئڪ شادي شده هو؟“
”آءٌ ته نٿي ڄاڻان.. ڀلا ڇو؟“
۽ شيني هن کي ان اجنبي ڇوڪريءَ بابت سيڪجهه ٻڌائيندي چيو:
”ان ريت آءٌ هن کي اڄوڪي رات لاءِ ته قابو ڪري

آيو آهيان، ٿي سگهي ٿو هن جو جڳڪ سان ڪو تعلق هجي. جي هوءَ سندس زال نہ هوندي تہ دوست ضرور هوندي. جڳڪ بہ نيو آرلينس کان آيل آهي ۽ هوءَ بہ اتان ئي آئي آهي ۽ خون بہ انهيءَ ئي هنڌ ۽ انهيءَ ئي وقت ٿيو آهي جتي ۽ جنهن وقت هو ملندا هئا. جڳڪ کي پيٽ ۾ گولي لڳي ۽ هو هڪ ٽئڪسي ۾ سوار ٿي تو وٽ هليو آيو ۽ هوءَ اتي ئي رهجي وئي. مون تہ ارادو ڪيو تہ هن کي پوليس جي حوالي ڪري ڇڏيان پر ان ريت وري جڳڪ جي تو وٽ اچڻ ۽ پناه ملڻ جو راز پوليس تائين پهچي وڃي ها. جيستين اها پڪ نہ ٿي وڃي تہ جڳڪ ئي گهٽي نمبر ١٨- واري قتل جو جوابدار آهي، تيستين ڪوبہ قدم کڻڻ مناسب نہ ٿيندو. خبر ناهي اها ڇوڪري ڇا شايد فقط نالي ۾ جڳڪ جي زال آهي، سا هنن حالات ۾ ڪيتري قدر حصيدار آهي پر ڪجهہ نہ ڪجهہ آهي ضرور. هن مون سان گهڻو تہ سچ ڳالهايو پر ڪجهہ ڪوڙ بہ ڳالهائي وئي آهي. ڪيسو برابر خالي هوس نہ تہ جيڪر منهنجي اپتري ڪانڻ نہ ڪدي ها. هاڻي هن وقت جيئن تہ وٽس خرچ لاءِ ڪجهہ بہ ڪونهيس تنهن ڪري ڪيڏانهن وڃي تہ نہ سگهندي."

"پلا هاڻي ڇا ڪرڻو آهي.؟" لوسيءَ پڇيو.

شيني اڃا جواب ئي نہ ڏنو جو دروازي تي گهنٽي وڳي. لوسيءَ اٿي دروازو کوليو تہ پوليس جو بالا عملدار جينٽري ۽ اخبار ڊيلي نيوز جو خاطو ٽم اندر داخل ٿيا. شيني اک جي اشاري سان لوسيءَ کي سمجهائي ڏني تہ ڪيس ڳالهائڻ

ڏي ۽ پاڻ گهٽو نه ڳالهائي. جينٽري ۽ ٽم ڪي ڪيڪار ڪرڻ بعد شيني کين ويهڻ لاءِ چيو. ٽم نه ويهي رهيو پر جينٽري صاحب نهايت خاموشيءَ سان پنهنجو چروٽ ڏندن ۾ دٻائي، کيسي مان هڪ ڪاغذ ٽڪرو ڪڍي لوسيءَ ڏانهن وڌائيندي پڇيو:

”هي تنهنجا هٿ اکر آهن؟“

لوسي هيسجي وئي. ڪاغذ وٺي هن ڏڪندڙ هٿن سان کوليو. ان تي سندس نالو ۽ سرنامو لکيل هو...

”هي مون نه لکيو آهي.“ هن ڪنڌ ڌوڻيندي چيو.

”زناني هٿ جو لکيل ته پيائجي.“ جينٽري چيو.

”مگر هي منهنجا هٿ اکر نه آهن.“ لوسي شيني ڏانهن نهاريو. ”ڪيئن شيني؟“

”هي هٿ اکر لوسي جا نه آهن.“ شيني ڪاغذ ڏسندي چيو. ”هي وري ڪهڙي شعبدي بازي آهي جينٽري؟“

جينٽري هڪ آرام ڪرسيءَ تي ويهي رهيو. هن جي ويڪري پيشانيءَ تي فڪر جا گهنج هئا. چروٽ جو هڪ ڪش پريندي هن گنڀيرتا سان چيو:

”لوسيءَ جي نالي ۽ سرنامي وارو هي ڪاغذ اسانکي گهٽي نمبر ۱۸- جي هڪ فليٽ مان مليو آهي جنهن ۾ ٿورو اڳ ئي هڪ خوبصورت نوجوان ڇوڪريءَ کي ڦاهو ڏئي قتل ڪيو ويو آهي. ڪاغذ جو هي ٽڪرو ميز تي پيل هو ۽ ان جي پر ۾ ٽيليفون نمبرن جو ڪتاب لوسيءَ جي نالي وٽان ئي کليل رکيو هو، ظاهر آهي ته ڪنهن شخص هن

سرنامي جي مدد سان لوسي جو فون نمبر ڳولهيو."

"هان!" شيمي پنهنجي چهري تي مصنوعي عجب ظاهر ڪندي چيو. "اهاڇو ڪري لوسيءَ جي ڪاساميڙي هوندي. ايئن نه؟ عجيب ڳالهه ٿي!"

"اهو ته آءٌ نٿو چئي سگهان." جيمٽري لوسيءَ ڏي هڪ معنيٰ ڀري نگاهه وجهندي چيو. "پاڻ جي ٿو ته جنهن شخص ٽئڪسي ڪي قتل ڪيو آهي هي ڪاغذ انهيءَ جي ٽئڪسي ۾ هو ۽ پڇڻ وقت هن جي ڪيسي مان ڪري پيو آهي."

"تڏهن اوهين سمجهو ٿا ته لوسيءَ جو قاتل سان ڪو لڳ لڳاپو آهي؟" شيمي تکو ٿيندي پڇيو.

"انهيءَ جا دليل موجود آهن." جيمٽري ساڳي گنڀيرتا سان چيو. "اسان کي هڪ ٽئڪسي ڊرائيور کان معلوم ٿيو ته هن ساڳي وقت هڪ نوجوان شخص کي پنهنجي ٽئڪسي ۾ ساڳي گهٽيءَ مان ڪٿي هتي پهچايو. هو ٽئڪسي ۾ بيحد عجيب غريب حرڪتون ڪندو رهيو. تنهن کانسواءِ ٽئڪسي ڊرائيور هن کي هتي لاهڻ بعد گاڏي صاف ڪندي ساڳي نشست تي رت جا داغ ڏٺا جنهن تي اهو شخص ويٺو هو."

"ها برابر." شيمي چيو. "شايد سارجنٽ ۽ سپاهين انهيءَ شخص کي ٻي ڳوليو، پلا هو ڪٿي هٿ آيو؟"

"لوسي جي هن فليٽ کان سواءِ ٻئي هر هنڌ ڳولا ڪئي وئي پر هو نه مليو ۽ هتي وري نه سپاهين جي خبر وئي پڇڻي. پر جي سارجنٽ کي هن ڪاغذ ٽڪري جو علم هجي ها ته هو تنهنجي سخت روبي جي باوجود فليٽ

جي تلاشي ضرور وٺي ها البت اها ڳالهه وري تنهنجي پوزيشن خراب ڪري ها.“

شيني وقت ۽ ڳالهه پٺاندر جينٽري کي هن جي هر سوال جو جواب ڏيندو رهيو. بي تڪلفي توڙي حجت سان. جينٽري هن جو سٺو دوست هو ۽ هن جي ڏاڍي عزت ڪندو هو سو هن جي بي باڪي تي رنج نه پي ٿيو.

ڪجهه دير گذري ته اخباري عيوضي ٺهه جنهن جو سڄو ڏالو ڏموٺي هو اوپاسي ڏيندي چيو: ”يار شيني مون کي ته ننڊ ئي اچي پر مون کي اچوڪي هن واردات جي خبر بــه ڏاهٽي آهي ان ڪري آءٌ لوسي جي بيڊروم ۾ وڃــي ٿورو جهوٽو هڻي ٿو وٺان.“ ايئن چئي هو اٿي بيڊروم ۾ گهڙي ويو. اتــي ئي هڪ پوليس آفيسر ڪمري ۾ داخــل ٿيو ۽ جينٽري کي سيلوٽ ڪندي چوڻ لڳو:

”سائين، ڪو اڌ ڪلاڪ اڳ ڪنهن گمنام شخص فون ڪري ٻڌايو آهي ته ارڙهن نمبر گهٽيءَ واري چوڪريءَ کي جٺڪ نالي هڪ شخص قتل ڪيو آهي ۽ ان بعد هو هڪ ٽئڪسي ذريعي لوسي صاحبه جي فليٽ تي پهتو آهي. سندس پيٽ ۾ گولي به لڳل آهي ۽ هو نيو آرلينس کان آيل آهي.“

”پيٽ ۾ گولي.؟“ جينٽري حيران ٿيندي پڇيو. ”مگر واردات جي جاءِ تي ته نه ڪو روالور وغيره هو نه ئي ڀاڙي وارن فائر جو آواز ٻڌو ۽ نــه ئي ڪمري ۾ رت جــو ڪو نشان هو.؟“ ايئن چئي هو ان پوليس آفيسر کي ڪي حڪم احڪام ڏيڻ لڳو تــه شيني تمام آهستگي سان لوسي کــي

سمجھايو :

”ھاڻي تون جڻڪ سان پنھنجي واقفيت جي ڳالھ ڪر، پر ھوشياري سان....“

جينٽري پوليس آفيسر کي روانو ڪري چڪو ته لوسي ھيٺي آواز ۾ ھن کي ٻڌائڻ لڳي:

”آءٌ جڻڪ جي نالي کان واقف آھيان. آءٌ سندس ڀيڻ سان گڏ نيو آرلينس ۾ نوڪري ڪندي ھيس. جڻڪ سان فقط ايتري واقفيت اٿم جو آءٌ سندن گھر ۾ ڪڏھن ڪڏھن ھن کي ڏسندي ھيس.“

”ھان. ھاڻي سمجھيم، تڏھن ھن کي تنھنجي خانگي سرنامي جو پتو به سندس ڀيڻ وٽان ئي مليو ھوندو.“

”ھا.“ لوسي کي دل تان بار ھلڪو ٿيندو محسوس ٿيو.

”آءٌ ۽ منھنجي اھا ساھيڙي يعني جڻڪ جي ڀيڻ، ھڪٻئي کي خط پٽ لکنديون رھيون آھيون.“

”۽ ھو توسان وري ڪڏھن نه مليو آھي.؟ يعني ويجھڙائيءَ ۾ ..“

”جينٽري يار.“ شيني وچ ۾ پيو. ”تون ته لوسي کان ايئن پيو سوال ڪرين ڄڻ ھوءَ به ھن قتل ۾ شامل آھي. يقين رک ھوءَ اھڙي نٿي ٿي سگھي.“

”چڱو.“ جينٽري ڪاغذ پينسل ڪڍندي چيو. ”مھرباني ڪري جڻڪ جو حليو ته ٻڌايو.“

لوسي ھٽڪندي ھٻڪندي ھن کي جڻڪ جو حليو به ٻڌايو ۽ سرنامو به.

ايتري ۾ ٽم بيڊروم مان نڪرو نڪرو ٻاهر نڪتو، سندس منهن تي هڪ عجيب قسم جي مرڪ هئي.... اتي جيئري ٻه اتي ڪڙو ٿيو. ”تي سگهي ٿو جئڪ هتي اچي لوسي ڪان پناه گهري هجي.“ هن ٻاهرئين دروازي ڏانهن وڌندي چيو. ”خير آءٌ وڃي ٿو هن جي پيڻ ڪان پڇا ڳاڇا ڪرڻ جو حڪم ڏيان.“ ايئن چئي هو خدا حافظ چوندو هليو ويو. هن جي وڃڻ بعد ٽم ڪجهه خوش طبعي ڏيکاريندي شيني ۽ لوسي کي چيو:

”پيارا ٻارو، مون کي ڪجهه براندي پيارو ۽ ٻڌايو ته هيستائين اوهان هتي ڪهڙي راند کيڏي آهي.؟ شاباس، پر ڏسو چاچا سان ڪوڙ نه ڳالهائجو، هان.!“

(٦)

شيني مرڪندي ٽم کي براندي پيش ڪئي ۽ چيو:

”چاچا سائين.! اسان ڪابه ڳالهه نه لڪائي آهي. جئڪ کي لوسي سان ڪان نه ڏٺو آهي فقط ڪي ٻه ڪلاڪ اڳ هو هتي آيو ۽ لوسي کي چيائين ته کيس ڪنهن مئل ماڻهوءَ پيٽ ۾ گولي هنئي آهي، تون منهنجي مدد ڪر. لوسي هڪدم مون کي فون ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر جئڪ کيس زبردستي روڪي ورتو ۽ تنهن بعد هو لوسي جي سمهڻ واري ڪمري ۾ اندران در بند ڪري ويهي رهيو. ايتري ۾ آءٌ اچي ويس مگر انهيءَ ڪان اڳ جو لوسي مون کي

سڀڪجهه ٻڌائي ڏي. اهي بي ادب سپاهي اچي ٻڪ شڪ ڪرڻ لڳا تنهن ڪري مون هتان ڪين لوڏي ڪڍيو مگر ان ڪانپوءِ لوسي مون کي جنڪ جي هتي موجودگيءَ بابت ٻڌايو ۽ مون کي افسوس ٿيو ته جي مون کي اڳ ئي اها خبر هجي ها ته آءٌ هن کي پوليس جي حوالي ڪري ڇڏيان ها، تنهن بعد ته هو دريءَ مان ٽپي ڀڄي ويو- بس اهو آهي سڄو قصو.“ شيني قصو ختم ڪيو ته. ٽم چپ پڪوڙيندي چيو:

”هاڻي ته لوسي جهڙي جي اکيان جنڪ سان واقفيت جو اقرار به ڪري چڪي آهي.“

”پيا ڪجي مجبوري هئي، لوسي جي سرنامي وارو ڪاغذ جو پوليس کي واردات واري جاءِ تان هٿ چڙهي ويو! ڪمبخت جنڪ جي اهو ڪاغذ اتي نه ڇڏي ها ته لوسي کي اهو اقرار نه ڪرڻو پوي ها. ٽئڪسي ڊرائيور پوليس کي ڪو اهو ٿورو ئي ٻڌايو آهي ته هو جنڪ کي لوسي جي ڪري تائين ڇڏي ويو آهي، هن ته هن عمارت جو ڏس پتو ڏنو آهي. پوليس کي لوسيءَ ۾ شڪ ته ان ڪري جاڳيو جو مون هنن کي تلاشي وٺڻ نه ڏني ۽ انهيءَ ڪاغذ ڪري سبب هنن جو شڪ پختو ٿي ويو، تنهن ڪري لاچار لوسي کي جنڪ بابت ٻڌائڻو پيو.“

”هون.“ ٽم ٽنگ تي ٽنگ رکي ويهندي ٻرانڊي جو ڍڪ پريو لوسي دل ئي دل ۾ شيني جي ٿورائتي ٿي رهي هئي جو هڪ ته هو سندس ئي ڪارڻ پريشاني جو شڪار ٿي رهيو هو ۽ پيو ته ڳالهه ڳالهه ۾ هن جو مناسب بچاءُ ڪري

رهيو هو.

”پلا جڏهن کي ڪهڙي ڪهڙي هنڌ زخم رسيل هئا لوسي.؟“ ٿم پڇيو. ”ڇا هو بنهه مرڻ تي هو.؟“

”هن کي ساڄي پاسي واري ڪُڪ ۾ زخم هو پر ان مان رت به ڪو ايترو نه ٿي وهيو فقط سندس قميص ڳاڙهي وڃي هئي. بس ٻيو ته ڪو زخم مون نه ڏٺو.“

”پلا جڏهن کي ڏي انهيءَ ڇوڪريءَ جو قاتل سمجهڻ جو آخر ڪهڙو جواز آهي.؟“

”ٽئڪسي ڊرائيور جي بيان کان سواءِ في الحال ته ٻيو ڪو دليل ڪونهي.“ شيٽيءَ چيو. ”مقتول ڇوڪريءَ جي ڪمري ۾ نه ڪو روالور وغيره هو نه ڪو رت جو نشان. تنهن ڪري ايئن به نٿو چئي سگهجي ته هن پنهنجي بچاءَ ۾ جڏهن کي گولي هنئي هوندي.“

”ايئن به ته ٿي سگهي ٿو ته ٽئڪسيءَ پنهنجي بچاءَ ۾ هن تي گولي هلائي هجي ۽ هن ٽئڪسيءَ کان پستول ڦري ورتو هجي. ڇڳو هاڻي اهو ٻڌايو ته اوهان هتي ڪهڙي حرڪت ڪئي.؟“

”تو کي سڀڪجهه صاف صاف ته ٻڌايوسين يار، هاڻي تون به پيو شڪ ڪرين.!“

”ڏسو، آءٌ ٿم آهيان، جينٽري صاحب نه آهيان. مونکي صاف صاف ٻڌايو ته جڏهن جو خون ڪنهن جي سر تي آهي.؟“

”ڇا—؟“ شيٽي رڙ ڪئي. ”ڇا پيو چوين يار.؟“

”جڏهن جو لاش لوسي جي بستري هيٺان پيو آهي.“ ٿم چيو. ”ٻيو پلا اهو لاش ڪنهن جو هوندو!؟“

لوسي کان دانهن نڪري وئي. شيني ٻٽال ٿيندي لوسي ڏانهن نهاريو. ڪاوڙ ۽ بدگماني وري هن جي اکين ۾ اوتجي آيون:

”لوسي.؟ هي ڇا.؟ هي تون ڇا پئي ڪندي وڃين لوسي—؟“

”مون کي ته ڪا به خبر ناهي شيني.“ لوسي جو آواز ڇپيل هو. ”مون توکي سيڪجهه ٻڌائي ڇڏيو آهي. آءٌ ته وري بيڊروم ڏانهن وئي به نه آهيان، تو ئي ته ڏٺي اڇي ٻڌايو ته جئڪ دري ٽپي ڀڄي ويو آهي.!“

شيني ٽپ ڏئي اٿيو ۽ نهايت تيزيءَ سان بيڊروم ۾ گهڙي ويو. ٽم به ٽپ ڏئي اٿيو ۽ لوسي کي چوڻ لڳو.

”جي تون سچي آهين ته پوءِ دلجاءِ ڪر لوسي توکي ڪو نقصان نه رسندو.“ ايئن چئي هو به بيڊروم ۾ هليو ويو. لوسي به هن جي پٺيان آئي. شيني هڪ وڏو ٽوال هٿ ۾ کنيو بيٺو هو جو سڄو رت سان لٿيو پيو هو.

”عجب جي ڳالهه آهي.“ شيني چيو. ”مون برابر ڪجهه نڪڙ ۽ ابهرائي ڪئي ۽ دريءَ جي ڪلڦ ۽ ڪنهن جي ٽپ ڏئي ڀڄي وڃڻ کي جئڪ جو فرار سمجهي ويٺس. چڱو لوسي، هاڻي سچ سچ ٻڌاءِ تو هن کي ڇو قتل ڪيو آهي، جي تو هن کي پنهنجو ڪنهن قسم جو بچاءُ ڪندي ماريو آهي ته پوءِ ته ٺيڪ آهي ۽ جي نه، ته تون پاڻ سمجهين ٿي ته ڇا ٿيندو.... هن جو ڳلو جنان ڪٽان چيريو پيو آهي....“

”چريو ته نه ٿيو آهين شيني.“ ٽم چيو. ”تو پاڻ نه چيو هو ته تون جڏهن جئڪ کي ڏسڻ ٿي آئين ته دروازو اندران

بند هو، جي لوسي هن کي قتل ڪري ها ته پوءِ دروازو بند ڪيئن ٿيو، ۽ هو بستري جي هيٺان ڪيئن وڃي ليٽيو.؟"

"هون.!" شيني جو دماغ هاڻي جاڳيو ٿيو. "هاڻي سمجهيم، اهو ڪو ٻيو شخص هو جو هن دريءَ مان داخل ٿي جئڪ کي قتل ڪري ان وقت فرار ٿي ويو. جنهن وقت آءٌ دروازو ٽوڙي اندر داخل ٿيس ۽ سمجهيم خود جئڪ فرار ٿي رهيو آهي، چالاڪ ته هو ان وقت بستري تي نظر نه آيو. تڏهن لوسي ڪوڙ ته ڳالهايو آهي."

ٿم لوسيءَ کي سهارو ڏئي ديوان تي آڻي ويهاريو جو هوءَ بيحال ٿي رهي هئي. تنهن بعد هن شيني وٽ اچي هن کي لتاڙڻ شروع ڪيو:

"يار تون نه صفا ڪو ڍڳو ٿو ڏسجين، لوسيءَ کي ايترو هيسائڻ جي بدران هن کي آٿت ڏي ۽ ها، هن کي لاش ڏيکارينس ته واقعي جئڪ جو آهي يا ڪنهن ٻئي جو.؟! پڻ ته ڪڏهن جئڪ کي ڏٺو نه آهي. ۽ جي هي جئڪ جو ئي لاش آهي ته سمجهه پاڻ ته هيڪاري ويل ۾ اچي وياسين."

شيني ٽپ ڏئي اٿيو، ٿم وڏيڪ وسڪي گلاس ۾ اوتي ۽ جڏهن لوسي هڪ ٻه ڍڪ ڀري سامت ۾ آئي تڏهن شيني جي چوڻ تي هن لاش کي غور سان ڏٺو ۽ تصديق ڪئي ته لاش برابر جئڪ جو آهي. جئڪ جا ڏند ڀڪوڙيا پيا هئا ۽ چپ ڪليل هئا جنهن مان معلوم ٿيو ٿي ته ڏاڍي عذاب سهڻ ڪانپوءِ ساه ڏنو اٿس. اکيون ڪليل هئس ۽ ڪاڏيءَ جي هيٺان گوشت ايئن چچريو پيو هئس ڄڻ ڪنهن حيوان

ويهي چهرهو ڦاڙيو اٿس.

لوسي وري ٻاهر اچي ديوان تي ويٺي. شيني جنڪ جي ڪپڙن جي جهڙتي وٺڻ لڳو. جنڪ جا سڀ کيسا خالي هئا فقط هڪ کيسي مان ٻه ڊالر رقم نڪتي.

”هائي.“ شيني ٽم کي چيو. ”انهيءَ ڪان اڳ جو پوليس کي هي واردات معلوم ٿئي پاڻ کي هي لاش هتان دفع ڪرڻو آهي!“

”پر يار پوليس کي اطلاع ڏيڻ کان سواءِ ڪنهن لاش کي چورڻ پورڻ به ته ڏوهه آهي.“

”برابر. پر پاڻ کي اهو قانون ٽوڙڻو پوندو.“ ايئن چئي شيني دريءَ مان ليمو پاڻي هيٺ نظر ڪئي. ”ٺيڪ آهي.“

”هن ٽم کي چيو. ”هيٺ اونده ڪافي آهي، تون هيئن ڪر جو منهنجي ڪار اسٽارٽ ڪري هيٺ اونده ۾ آڻي بيهار ته آءٌ لاش کڻي هيٺ ٿو اچان.“ ايئن چئي هن ڪار جون چابيون ٽم کي ڏنيون. ٽم سندس هدايت موجب سندس ڪار آڻي اونده ۾ بيهاري ۽ ان جون ٻئي پاسي جون ٻاري ڇڏيون. شيني لاش کي هڪ وڏي ڪمبل ۾ ويڙهي ڪلهن تي کڻي ٻاهر نڪتو ۽ ان کي ڪار جي پوئين خاني ۾ رکي پاڻ اڳيان ٽم سان گڏ اچي ويٺو. لوسي به هيٺ لهي آئي. شيني هن کي سمجهائڻ لڳو:

”تون بيڊروم ۾ وڃي هر شئي جو جائزو وٺ ۽ خون بابت هر نشان ميٽي ختم ڪري ڇڏ، ۽ تيستين ڪيڏانهن به نه وڃجان جيستين آءٌ توکي ڪا ٻي هدايت ڏيان.“

ڪار هلي ته لوسي اندر هلي آئي. هوءَ دل ئي دل ۾ پڇتائڻ لڳي ته جي شروع ۾ ئي شيني کي سچي حقيقت ٻڌائي ڇڏي ها ته هي حالات پيدا نه ٿين ها. هاڻي ته خود شيني به مصيبت ۾ اڙجي چڪو آهي.

ـــ ـــ ـــ

ٽـام ڪار هلائي رهيو هـو. جڏهن هـو گهٽيون ڇڏي چونڪ ۾ پهتا ته شيني هن کي ساڄي هٿ تي هلڻ لاءِ چيو. ٽام پڇيو:

”هاڻي ڪيڏانهن ٿو هلجي.؟“

”انهيءَ هوٽل ۾ جتي آءٌ پيٽر جي زال کي ڇڏي آيو آهيان.“ شيني ٽام کي رستو ڏسيندي چيو. ”جنڪ ئي سندس مڙس آهي جنهن کي هو پيٽر ٿـي سڏي. جـي اسين هن کي اوچتو وڃي هي لاش ڏيکاريندا سين ته يقينن هو سڀ حقيقتون ٻڌائي ڏيندي، شرط اهو آهي ته پاڻ هن کي هوش سنڀالڻ جو موقعو ئي نه ڏيون.“

ٿوري دير بعد ڪار انهيءَ هوٽل جي ڪمري نمبر ٦ جي ٻاهرئين دروازي وٽ اچي بيٺي. شيني ٽام کـي ڪجهه سمجهائي هڪدم مٿي وڃي در کڙڪايو.... در کليو.... ته شيني پنهنجا ياد ڪيل لفظ ٻنان دير جي چوڻ شروع ڪيا:

”ڏس! آءٌ تنهنجي مڙس کي وٺي آيو آهيان.“

اهو ٻڌي ڇوڪريءَ جي چپن تـي خوشيءَ جي مرڪ پکڙجي وئي جا شيني لاءِ اميد جـي برخلاف هئي. ”نون ترس.“ شيني هن کي چيو. ”آءٌ ڪيس وٺي ٿو اچان.“ ايئن

چئي شيني دروازي وٽ اچي ٽمڪي اشارو ڪيو ۽ ٽم ڪمبل ۾ ويڙهيل لاش کي احتياط سان کڻي اندر داخل ٿيو ۽ جڏهين ڇوڪريءَ لاش جو منهن ڏٺو تہ هڪ هلڪي رڙ ڪري پوئتي هٽي ويئي:

”نہ نہ.“ هن ڪنڌ ڌوڻيندي چيو. ”هي منهجو مڙس ناهي.... هن شخص کي تہ مون اڳ ڪڏهن ڏٺو ئي ناهي.... ڇا هي مئو پيو آهي.؟“

شيني ڪنڌ ڌوڻ ڪئي:

”معاف ڪجان مون توکي تڪليف ڏني، پر، غور سان ڏس، شايد تون هن کي سڃاڻندي هجين.“

”بالڪل نہ....“ ڇوڪريءَ خاطري واري انداز سان چيو. ”مون هن کي ڪڏهين بہ نہ ڏٺو آهي ... مگر....شايد.... مون کي سمجهہ ۾ نٿو اچي... پانيان ٿي ڪٿي مون هن جي تصوير ڏني آهي....پرشايد مون هن کي ڪڏهين بہ نہ ڏٺو آهي....“

۽ جڏهين شيني هن کي جڏڪ جي حقيقت پڏائيندي چيو تہ هو بہ نيو آرلين کان آيو آهي تہ هن جي چهري تي شڪ ۽ گمان جا اهڙا اهڃاڻ ظاهر ٿيا جڻ ڪجهہ سمجهي يا سڃاڻي ورتو اٿس پر وري بہ هن جڏڪ بابت ڪجهہ بہ ڄاڻڻ جي حقيقت کان صفا انڪار ڪري ڇڏيو ۽ چوڻ لڳي:

”نہ ـ هائي تہ مون کي خاطري ٿي وئي آهي تہ مون هن جي ڪڏهين ڪا تصوير بہ نہ ڏني آهي.“

شيني ٽمڪي لاش واپس ڪار جي پوئين سيٽ تي رکڻ جي هدايت ڪئي ۽ جڏهين لاش واپس کڻي ويو تہ شيني هن هيسيل هرڻيءَ کي ڪجهہ سخت ٿي چيو:

”ڏس، جي هي تنهنجو مڙس نه به آهي ته به آءُ پاڻيان ٿو ته تون هن کي سڃاڻين ضرور ٿي. اهو تنهنجي حق ۾ ڏي بهتر ٿيندو ته جنگ بابت جيڪي ڪجهه به معلوم اٿئي سو مون کي ٻڌائي ڇڏ. اڄ رات ٻن شخصن جو قتل ٿيو آهي ۽ قاتل اڃا هن شهر ۾ موجود آهي– ۽ جي تو مون کي ڪجهه به نه ٻڌايو ته تنهنجي حياتي به خطري ۾ پئجي ويندي ٻيءَ صورت ۾ آءُ تنهنجو بچاءُ ڪري سگهندس.“

مگر شيني جي سڀ ڪوشش اجائي ويئي. نيٺ هو تنگ ٿي هن کان موڪلائڻ لڳو:

”چڱو آءُ هلان ٿو، جي وري به مونسان ڳالهائڻ جو ارادو ڪرين ته مون کي فون ڪجان، منهنجو نالو مائڪل شيني آهي، نمبر تو کي فون جي ڪتاب مان ملي ويندو.“

شيني هيٺ لهي اچي ڪار ۾ ويٺو. تم ڪار چالو ڪندي پڇيو:

”سائين افلاطون صاحب! هاڻي ڇا ارادو آهي؟!“

”هاڻي هن لاش مان جند ڇڏائڻي آهي.“ شيني عجيب آواز پيدا ڪندي جواب ڏنو.

ٿوري دير ڪانپوءِ هنن جي ڪار هڪ سڃي گهٽيءَ ۾ اچي بيٺي جتي اونده هئي. شيني ٻنان دير ڪرڻ جي ويٺي ڏي ويٺي پٺيون دروازو اندران کوليو ۽ ڪمبل جي هڪ چيزي کي جهلي ڪجهه اهڙي طرح جهٽڪي سان ڇڪ ڏني جو لاش وچي زمين تي ڦهڪو ڪيو. ان بعد هنن جلدي دروازو بند ڪري ڪار اُٿي وڌائي ڇڏي ۽ هڪ

منٽ جي اندر اندر هو ڪٽان جو ڪٽ نڪري ويا....

(۷)

اهڙي طرح لاش مان جند آزاد ڪري شيني ٽمر کي وٺي پنهنجي فليٽ ۾ اچي دم پٽيو ۽ هڪ آرام ڪرسيءَ تي ڇٽجي رهيو. ڪيترو وقت هو ماٺ ميٺ ۾ ويٺا سرڪيون ڀريند رهيا، آخر شيني خاموشي ٽوڙي:

”ڪيئن ٽمر، هن سڄي معاملي بابت تو ڪهڙي راءِ قائم ڪئي آهي.؟“

”تون جاسوس آهين، تون ئي ٻڌاءِ تنهنجو ذهن ڇا ٿو چوي.؟“

”تون ته جينٽري سان گڏ مقتول ٽڪسي جي ڪمري ۾ به ويو هئين، توهان اتي ڇا ڇا معلوم ڪيو.؟“

”اتي ڪي خاص تفصيل ته نه مليا. اها ڇوڪري فقط چند هفتا اڳ نيو آرلين کان آيل هئي ۽ اهو ڪمرو مسواڙ تي ورتو هئائين. انهيءَ عمارت ۾ گهڻو ڪري اهڙيون ئي ڇوڪريون اچي رهنديون آهن جن جو ڪسب هوندو آهي عياش مردن جون خواهشون پوريون ڪرڻ. معلوم ٿيو ته ٽڪسي گهڻو ڪري ٻاهر نه ويندي هئي ۽ ٻين هم پيشه ڇوڪرين کان به الڳ رهندي هئي. ٻين ڇوڪرين خيال ڏيکاريو ته ٽڪسي سان گڏ ڪو مرد به رهندو هو پر گهڻو ڪري ٻاهر نه نڪرندو هو، پوليس کي ٽڪسي جي ڪمري

مان ڪي مردانا ڪپڙا به مليا آهن. بس اها معلومات ملي آهي."

"توهان پاڻ ٿو ته ٽڪسي ۾ اهو مرد اتي روپوشي جي حالت ۾ رهندڙ هئا.؟"

"ٽڪسي بابت ته آءٌ ايئن نه چئي سگهندس جو هوءَ ته ٻاهر به نڪرندي هئي ۽ پاڙيسرين جو چوڻ آهي ته هن جي چهري تي هراس يا گهٽي ڪڏهن نظر نه آئي، البت اهو مرد اتي پڪ سان پاڻ لڪايو ويٺو هو ۽ فقط رات جي اونداهيءَ ۾ ئي ڪڏهين ٻاهر نڪرندو هو."

"۽ اچوڪي واردات.!"

"چون ٿا ته نوين بجي ڪان ٿورو اڳ پر واري ڪمري ۾ رهندڙ ڇوڪريءَ وٽ ٻه مرد "ڪارڊ پيئڻ" لاءِ آيا، ان ڇوڪريءَ چاهيو ته ٽڪسي به ساڻن ساٿ ڏي، هوءَ ٽڪسي جي ڪمري ۾ داخل ٿي ته ڏٺائين ته هوءَ پنهنجي مڪمل لباس ۾ فرش تي مئي پئي هئي.... سندس نڙي نپوڙي پئي هئي، ڊاڪٽر جي بيان موجب هن ڪي ڪنهن ماڻهوءَ گهٽو ڏئي ماريو آهي. ها، ان ڪانسواءِ هن جون ٻه آڱريون به پگهل هيون. اهو به ڏسڻ ۾ آيو ته قاتل اها واردات ڪري پوءِ سڄي ڪمري ۾ هر شئي کي ويهي ڦلهوڙيو آهي. پوليس کي البت ٻيو ڪو به نشان پتو نه مليو سواءِ لوسي جي سرنامي واري ڪاغذ جي جو ٽڪسيءَ جي لاش هيٺان پيل هو. تنهن ڪانپوءِ جو ان ٽئڪسي ڊرائيور پوليس کي ٻڌايو ته ان ئي وقت هن هڪ زخمي شخص کي ڪٿي لوسي

جي فليٽ تي پهچايو آهي ته هنن جو لوسي جي فليٽ جي تلاشي لاءِ اچڻ قدرتي امر هو، ۽ تو وري سڄو معاملو ئي بگاڙي ڇڏيو.“

”خير، پلا جي جهڪ ٽي ٽڪسي کي قتل ڪيو آهي ته هن کي ان ڏوهه جي سزا به ملي چڪي. هاڻي جيمتري جا سپاهي نيو آرلين مان جهڪ جي پڇا ضرور ڪندا، هيڏانهن هڪ اجنبي ڇوڪري اسان جي قبضي ۾ آهي پر خبر ناهي هن معاملي ۾ هوءَ اسان جي ڪيتري مددگار ثابت ٿيندي.“

ايتري ۾ ٽيليفون جي گهنٽي وڳي ۽ شيني اٿي رسيور کنيو. ٻي طرف کان آواز آيو:

”مسٽر شيني تو ڳالهائي.؟“

”جي ها.“

”ٻيو توسان گڏ ڪير آهي.؟“

”منهنجو هڪ دوست آهي.“

”اهو ڪي اخباري نمائندو.؟“

”ها.“

”تون هن جي موجودگي ۾ ڪي ضروري ڳالهيون ٿيڻ پسند ڪندين.؟“

”ڪهڙيون ضروري ڳالهيون.؟“ شيني حيران ٿيڻ لڳو.

”اڄوڪي واردات بابت.!“

”مڙئي خير آهي، ٿم منهنجو جگري دوست آهي. تون جيڪي چوڻ چاهين تو چئه.“

”چڱو پر شيني، تنهنجي پوزيشن هن وقت خطري ۾

آهي يا تنهنجي سيڪريٽري جـي پوزيشن کي خطرو آهي.
هاڻي مون کي اهو ٻڌاءِ ته جئڪ کي لوسيءَ قتل ڪيو يا
تـو. ؟"

اهو ٻڌي شيني جي منهن جو پنو ڏي ڦهي ويو. ٿم سهي
ڪري ويو ته ٽيليفون تي ڪا خاص ڳالهه ٿيندڙ آهي.
"تو پنهنجي واقفيت نه ڪرائي." شيني فـون ڪندڙ
کان پڇيو.
"برابر." هتان جواب آيو. "۽ تون اهو معلوم ڪرڻ
جي ڪوشش به نه ڪر شيني. آءٌ توکان ڪئي ميل پري
هڪ عام ٽيليفون تان ڳالهائي رهيو آهيان، تون مون تائين
نه پهچي سگهندين."
"خير، تون پنهنجو مقصد بيان ڪر."
"مون تو کي انهن اسي هزار ڊالرن جي رقم لاءِ تڪليف
ڏني آهي جيڪا تو جئڪ کي قتل ڪري هن جي کيسي
مان ڪڍي آهي."
"مون تـهنجو مطلب نه سمجهيو." شيني منجهي پيو.
"شيني صاحب! مون کي ٻوڪ بنائڻ جي ڪوشش نه
ڪر، جئڪ جڏهن لوسي جي ڪمري ۾ آيو تـه وٽس اها
رقم مـوجود هئي ۽ جڏهين تــو لاش رستي تي ڦٽو ڪيو،
تڏهن هن جا کيسا خالي هئا.... ڳالهه معمولي آهـي، تون
ضد نه ڪر، مون کي اها رقم ڪپي باقي جئڪ کي تو قتل
ڪيو يا تنهنجي سيڪريٽريءَ تنهن ۾ منهنجو ڇا. مون کي
فقط اها رقم گهرجي ۽ بس. هاڻي ٻڌاءِ، ڇا تون چاهين ٿو ته

تو هيستائين جيڪي حرڪتون ڪيون آهن- يعني جڪ کي پنهنجيءَ سيڪريٽريءَ جي ڪمري ۾ پناه ڏيڻ، پوليس سان ناشائتو ورتاءُ ڪرڻ، جڪ کي قتل ڪرڻ، سنڊس ڪيسي مان اسي هزار ڊالرن جي رقم ڪڍڻ ۽ تنهن ڪانسواءِ هن جو لاش پنهنجي ڪار ۾ کڻي رستي تي ڦٽو ڪرڻ وغيره- بابت سيڪجهه پوليس کي ٻڌايو وڃي.؟"

"منهنجين انهن حرڪتن جو تو وٽ ڪهڙو ثبوت هوندو جو تون مون کي قانون جي گرفت ۾ آڻي سگهندين.؟" شيني ڪڪو وکو ٿيندي پڇيو.

"مون وٽ گهڻائي ثبوت آهن شيني صاحب، مثال طور اها ڇوڪري هن وقت منهنجي قبضي ۾ آهي!"

"ڇوڪري؟ ڪهڙي ڇوڪري.؟" شيني اڃا وڌيڪ پريشان ٿيو.

"اهائي **ڊورٿي**، نيو آرلينس جي مسٽر **ايلڊرسن** جي زال جنهن کي تو هوٽل جي ڪمري نمبر ٦ ۾ ٽڪايو ۽ جنهن کي تون فوني جڪ جو لاش ڏيکاري آيو آهين. خبر اٿئي ته هن وقت هوءَ پوليس کي تنهنجي انهن خطرناڪ حرڪتن جو اطلاع ڏيڻ لاءِ ڪيتري قدر آتي آهي ۽ مون کيس ٻڌايو آهي ته تون سندس مڙس جو به قاتل آهين. هاڻي ڇا ٿو چوين مسٽر شيني.؟!"

"اها ته ڏاڍي خراب ڳالهه ٿي." شيني پگهر ۾ شم ٿي چڪو هو.

"برابر، رڳو تنهنجي لاءِ ٿي نه بلڪ تنهنجي انهيءَ

احمق دوست لاءِ به ڏاڍي خراب ڳالهه ٿي. خير هاڻي سودي لاءِ تيار آهين يا نه؟"

"ڪهڙو سودو؟"

"اڄ تو کي پڌائي ته چڪو آهيان. تون اسي هزار ڊالر مهنجي حوالي ڪر ته آءٌ ڊورٿي کي تنهنجي حوالي ڪري ڇڏيندس پوءِ تون ڄاڻ ۽ هوءَ ڄاڻي. ٻيءَ صورت ۾ آءٌ هن کي ٿاڻي تي پهچائي ايندس جتي هن جو بيان ورتو ويندو ۽ پوءِ تون پوليس جي گرفت ۾ هوندين. پر يقين رک تـه جي مون کي رقم ملي وئي تـه پوءِ مون کان تو کي ذرو بـه ڇيهو نه رسندو."

"پر مون کي ته انهيءَ رقم جي ڪابه خبر ناهي، جنهن جي ڪيسي مان ته فقط ٻه ڊالر نڪتا ۽ تون اسي هزار ڊالرن جي ڳالهه پيو ڪرين!"

"مونسان چالاڪ ٿيڻ جي ڪوشش نه ڪر مسٽر شيني، جي تو وٽ نه ته تنهنجيءَ سيڪريٽريءَ وٽ اها رقم ضرور آهي، ٿي سگهي ٿـو هن تو کان بـــه اها رقم لڪائي هجي، مون کي بهرحال اها رقم حاصل ڪرڻي آهي، جي اسي هزار ڊالر پورا نـــه هوندا ته ڪٿي گهٽ هوندا آءٌ ستر هزار ڊالرن تائين بـــه قبول ڪري سگهان ٿـو باقي پلي تـــون پاڻ وٽ رک. هن وقت ساڍا ڏهه لڳا آهن آءٌ تو کي هڪ ڪلاڪ جي مهلت ڏيان ٿـو. هاڻي ٻڌ، مون ڊورٿي کي هڪ هنڌ لڪائي ڇڏيو آهي، ساڍي يارهين بجي تائين هوءَ اتي هوندي جنهن هنڌ جو ڪنهن کي پتو نه پوندو، تون لوسيءَ وٽ وڃ،

اتي ستر هزار ڊالر هڪ خوبصورت بنڊل ۾ اهڙي طرح ٻڌ
جو ڪو ڪپڙي وغيره جو بنڊل ڏسڻ ۾ اچي پوءِ اهو بنڊل
لوسي کي ڏي ته **ڪازوي چونڪ** وٽ ڪٿي اچ-ي، مقرر
وقت اندر آءٌ پنهنجي ڪار ۾ اتي پهچندس، لوسي وٽ بنڊل
ڏسي سمجهي ويندس ۽ ڪار سندس پير ۾ آڻي ان جي رفتار
گهٽ ڪري کيس چوندس- ”پيڻ، اهو بنڊل ڪار ۾ اڇلي
ڏي.“ تنهن تـي هوءِ بنڊل ڪار ۾ اڇلي ڏي ۽ آءٌ ڪار
اڳتي وڌائي هليو ويندس، تون پنهنجي ڪمري ۾ ئي رهجانءِ،
آءٌ بنڊل جـي رقم ڏسي ڳڻي پاڻ وٽ محفوظ ڪري پوءِ
توکي فون ڪري اها جاءِ ٻڌائيندس جتي ڊورٿي قيد آهي،
پوءِ تون اتي پهچي هن کي هٿ ڪجان، ڏس جي مونسان
ڪنهن به قسم جي چالاڪي ڪئي وئي ۽ مون کي رقم نه
مـ ي ته آءٌ ڊورٿي کي ٿاڻي تي پهچائي ايندس. سمجهيئه.؟“
”ها، سمجهيم.“
”هاڻي توني ڪا مصيبت آئي تـه ان جو ذمه دار تون
پاڻ هوندين.“
انهن لفظن سان گڏ فون جـو سلسلو ٽٽي ويو. شيني
فون رکي ڇڏي. مونجهه، فڪر ۽ حيراني جا گهنج منهن
تـي سجائي براندي جـو گلاس ڪڻي ٽم جي سامهون واري
ڪرسيءَ تـي اچي وينو جو اڪيون ڦاڙيو هن جي منهن ۾
تڪي رهيو هو.
”ڪير هو شيني ۽ ڇا ٿي چيائين، تنهنجو منهن ته اهڙو
ٿيو پيو آهي ڄڻ ڪو ڀم اچي مٿان ڪريو اٿئي.!“

”سمجهه نه ٻيو ئي ڪريو آهي.“ شيني ڪنئل آواز ۾ چيو. ۽ ڪجهه وقت پڻ ڪانسواءِ ئي هو وري اٿي ٽيليفون وٽ آيو ۽ لوسي کي فون ڪيائين:
”لوسي، ڏي حس، سڀ خير آهي.؟“
”ها. شيني.“ لوسي جواب ڏنو. ”عجيب ڳالهه آهي جو....“
”عجيب ڳالهه کي وجهه اوڙاه ۾، تون منهنجي ڳالهه ٻڌ.“ شيني چيو. ”مونکي ٻڌاءِ ته، ڇا جئڪ توسان ڪا اهڙي ڳالهه به ڪئي هئي جا تو مون کان لڪائي آهي. هن توسان ڪا پئسن وغيره جي ڳالهه به ڪئي هئي.؟“
”نه شيني، هن اهڙي ته ڪابه ڳالهه نه ڪئي هئي.“
”چڱو تون پنهنجي ذهن تي زور ڏئي ياد ڪر متان هن ڪو اهڙو اشارو ڏنو هجي. ۽ ٻڌ، پنهنجن سيني ڪمرن جي تلاشي وٺ متان هن تو کان لڪائي ڪٿي ڪجهه ڇڏيو هجي، ڏس ڪٿي ڪا نوٽن جي دستي يا ڪا پيتي وغيره ملي پئي، پوءِ مون کي فون ڪر.“
فون رکي شيني وري مٿي تي هٿ ڏئي اچي ٿم وٽ ويٺو ۽ ٿورو اڳتي ڪنهن اجنبي سان هن جي جيڪا فون تي گفتگو ٿي هئي سا هن کي ٻڌائڻ لڳو. ٿم نهايت غور سان سڄي ڳالهه ٻڌي هيسجي ويو:
”اف خدا! هاڻي ڇا ڪجي شيني، اهو شيطان هو ڪير ۽ هن کي اهو سڀڪجهه ڪيئن معلوم ٿي ويو.؟“
”آءُ ته سمجهان ٿو ڪو پوليس آفيسر هو جنهن اها

چال هلي مون کان سڀکجهہ معلوم ڪري ورتو ۽ مون کان اقراري بيان وٺڻ ۾ ڪامياب ٿـي ويو. هـو ڪو پهنجي جاسوسي ڪري رهيو هو، هاڻي اسان کي سڀ سوڌو ٻـڌڻ ٿو گهري.“

”پر يار هي اسي هزار ڊالرن وارو معاملو سمجهہ ۾ نٿو اچي.... اسي هزار ڊالر... !.... شيني، پاڻيان ٿـو اهڙي ڪا ڳالهہ مون ڪٿي ٻڌي.... نہ، ٻڌي نہ آهي.... ڪٿي پڙهي ضرور آهي.... ها، ان ڇوڪريءَ جو نالو ڇا ٿي ٻڌايائين.؟“

”ڊورٿي، ايلڊرسن جي زال، هن اجنبي جي ڳالهين مان معلوم ٿيو ٿي تہ ايلڊرسن فوت ٿي چڪو آهي ۽ ڊورٿي کي يقين ڏياريو ويو آهي تہ ايلڊرسن کي مون قتل ڪيو آهي. اهوئي سبب آهـي جو هوءَ پوليس کي بيان ڏيڻ لاءِ آئـي آهـي ۽ پيو ان ڪري جـو مـون هن کي جنڪ جـو لاش ڏيکاريو آهي تہ هاڻي قدرتي طور هوءَ مون کي هڪ خطرناڪ ماڻهو ٿي سمجهي.“

”ايلڊرسن جي زال... !“ ٽم ٻہ ٽي دفعا اهو نالو چپن ئي چپن ۾ اچاريو، ڪجهہ سوچيو ۽ پـوءِ چيو: ”ها، اهو نالو بہ مون ڪٿي پڙهيو ضرور آهي پر ياد نٿو اچي تہ ڪٿي پڙهيو اٿم.“

”هن پاڻ کي فقط هڪ ڪلاڪ جـي مهلت ڏني آهي ٽم....“ اتي وري فون جـي گهنٽي وڳي، شيني رسيور کڻي ڪن تي رکيو ۽ ٽم ڏٺو تـہ هن جي اکين تي ويتر وڌيڪ ويراني ڇانئجي وئي.

”ڇگو.“ شيمني فون تي چيو. ”هاڻي هينئر ته مون وٽ ايترو وقت ناهي جو سڄو معاملو توکي سمجهائي سگهان، تون اڃا نه سمهجانءِ، آءٌ توکي وري فون ڪندس يا تو وٽ هليو ايندس.“ شيمني فون رکي ٽم کي ٻڌايو ته لوسي جو فون هو ۽ هن ٻڌايو آهي ته سندس فليٽ ۾ ڪنهن به هنڌ ڪا اهڙي شئي نه ملي.“

”تنهن جو مطلب ڇا ٿيو.؟“

”تنهن جو مطلب هي ٿيو ته يا ته جڏڪ وٽ ان وقت اها رقم موجود ٿي نه هئي جنهن وقت هو لوسي جي فليٽ ۾ آيو يا جي رقم وٽس هئي تہ اها اهو شخص کڻي ويو، جنهن هن کي اچي قتل ڪيو.“

”پوءِ ڀلا هاڻي ڇا ڪجي.؟“

”هن وقت ته ڪجهه سمجهه ۾ نٿو اچي.“

”جيڪر شروع ۾ پاڻ احتياط ڪريون ها ۽ جڏڪ جو لاش ڏسندي ئي جينٽري کي اطلاع ڏيون ها ته هن مصيبت ۾ نه ڦاسون ها، پيو نه ته به جڏڪ جو لاش ٻوڙتي کي وچي ڏيکارڻ نه کپندو هو.“

”خير، غلطي ڪري پوءِ ويهي چوڻ ته هينئن ڪجي ها هينئن نه ڪجي ها سو ته هوندئن ئي سوائو ڪم آهي. سوال آهي ته هاڻي ڇا ڪجي. هاڻي اڄ ته واقعات کي جاچيون. ٿي سگهي ٿو جڏڪ جو قاتل اهو ئي شخص هجي جنهن مون کي فون ڪئي.“

”پوءِ هن توکان اهو ڇو پڇيو ته جڏڪ جو قاتل تون

آهين يا لوسي.؟"
"تي سگهي ٿو هن مونسان اها چالبازي ڪئي هجي."
"پر پوءِ اهي پئسا ڪيڏانهن ويا؟ جـي هوئي جئڪ جو قاتل آهي ۽ تنهنجي خيال ۾ جئڪ جـو قاتل ئي هن ڪان رقم ڦرڻ وارو به آهي ته پوءِ هي فون وارو همراه تو ڪان رقم ڇو پيو گهري.؟"
"پر اسان کي اها به ته خبر ڪانهي ته جئڪ وٽ واقعي ڪا رقم هئي، ۽ جي هئي ته واقعي اها انهيءَ ئي شخص ڪيڏي جنهن جئڪ کـي لوسي جي بيڊروم ۾ اچي قتل ڪيو.؟ ٿي سگهي ٿو رقم واقعي جئڪ وٽ هئي ۽ هـن اها لوسي جي فليٽ ۾ اچڻ کان اڳ ڪنهن ٻي ماڻهوءَ جي حوالي ڪري ڇڏي هجي يا ڪٿي لڪائي ڇڏي هجي.! هاڻي جي هن فون واري شخص کي پڪڙڻ جي ڪوشش ٿا ڪريون ته ٻورڙي اسان کي مصيبت ۾ اڙائي ڇڏيندي ۽ جي نـه تـه پاڻ کي ستر هزار ڊالر ڏيڻا آهـن، ايتري ساري رقم آڻيون ڪٿان.؟"
"واقعي سخت مونجهاري ۾ اچي ويا آهيون، پيو تـه ڪو اهڙو طريقو به نٿو سجهي جنهن سان انهيءَ شخص کي پڪڙائي سگهون."
"بس هڪڙو طريقو آهي. اهو هي تـه لوسي کي هڪ خالي بنڊل ڏئي ڪاز وي چونڪ تـي موڪليون ۽ پاڻ سندس پٺيان لڳون. جڏهين اهـو شخص لوسي کي ويجهو اچي ڪار جو دروازو کولي ته پاڻ کيس پڪڙي وجهون."

”انهيءَ ۾ وري لوسي جي جان کي خطرو آهي. ٻيو ته پڪڙجڻ جي صورت ۾ هو ٻورٽي جو پتو نه ٻڌائيندو. لوسيءَ جو پيڇو ڪرڻ به ڪو سولو ڪم ناهي، هو ڪار ۾ هوندو ۽ اسين هن جي نظر چڙهي سگهون ٿا. ظاهر آهي ته هو به چڱي طرح جاچ وٺي پوءِ لوسي وٽ ڪار آڻيندو پاڻ آخر ڪٿي ڪٿي لڪا وتنداسين. تنهن کانسواءِ ضروري ناهي ته پاڻ هن کي پڪڙڻ ۾ ڪامياب ٿي ٿي وڃون. پنهنجي رواج موجب ڪو شخص ڪار ڍري ڪري لوسي کي لفٽ جي آڇ به ڪري سگهي ٿو پوءِ پاڻ ڪيئن سمجهنداسين ته ڪار ڍري ڪرڻ وارو ڪير آهي.؟ اهڙي طرح ته اسين هر انهيءَ ڪار کي پيا پڪڙينداسين جا لوسي کي لفٽ جي آڇ ڪندي ۽ اهو ڏسي هو بدمعاش ته ڀڄي ويندو.“

”برابر يار.“ شيني فڪر ۽ پريشاني جي ڪيفيت ۾ ورتو پيو هو. ”پر ڇا ڪجي جو پاڻ کي اهو شخص ايئن هٿان به نه وڃائڻو آهي. هنن ٻنهي خونن سان هن جو گهرو تعلق ٿو ڀانئجي.“

”پر ويچاري لوسي کي هن مصيبت ۾ اڙائڻ به مناسب نه ٿيندو. ٿوري ٿي ڪا گڙٻڙ ٿي ته هن جي حياتي خطري ۾ پئجي ويندي.“

”پر هي ڪم لوسي کي ئي ڪرڻو آهي.“ شيني ڪهرو ٿيندي چيو. ”هيءَ سچي مصيبت هن ٿي ته. ڪڙي ڪئي آهي هاڻي ڪيس ٿي ان ڏوهه جو ڪفارو ڏيڻو آهي.“

ايئن چئي شيني پنهنجي واچ ڏسندي ڪرسي تان اٿي

ڪڙو ٿيو:
”ڏهه منٽ ضائع ٿي چڪا آهن، هل تہ هلي ڪو بندوبست ڪريون.“

( ٨ )

سادي يارهين بجي ڪان ٿورو اڳ، لوسي پنهنجي ڪمري مان نڪري ڪاز وي چونڪ وارو رستو ورتو. هن جي ڪچ ۾ خاڪي پنن ۽ خوبصورت پٽين ۾ ٻڌل هڪ بنڊل هو. رات چاندوڪي هئي ۽ هلڪي ٿڌي هوا هلندڙ هئي.

لوسي هڪ ڪانپوءِ پيو رستو پار ڪندي ميامي بيچ ڊائين اچي پهتي. دل کي قدر خوف کان ڍڪي رهي هيس پر پنهنجي چهري تي ڪنهن بہ قسم جي خوف يا پريشاني کي ظاهر نٿي ٿيڻ ڏنائين جنهن لاءِ هن کي پنهنجين اندروني ڪيفيتن کي پوري ڪوشش سان ضبط ڪرڻو پئي پيو. شيني هن کي قائل ڪري چڪو هو تہ اهو جو ڪم ڪئي ٿي هن کي پنهنجي غلطي جو ڪفارو ادا ڪرڻو آهي ۽ هن بہ بنان ڪنهن چون چرا جي هيءَ جوابداري سر تي کنئي هئي. هن کي بہ پنهنجي ڪوتاهي جو پورو احساس هو.

هن وقت جڏهين هوءَ هن مشڪل ڪم تي نڪري چڪي هئي کيس اها خبر نہ هئي تہ شيني ڪٿي آهي. هو پندرهن منٽ اڳ کيس ضروري هدايتون ڏئي سمورو ڪم سمجهائي بنان ڪجهہ ٻڌائڻ جي هليو ويو هو. لوسيءَ کي

اها بہ خبر نہ هئي تہ ان بنڊل ۾ ڇا آهي ۽ ڇا ٿيڻ وارو آهي. ٿيڻي کيس تاڪيد ڪيو هو تہ ڪو بہ ماڻهو کيس لفٽ آڇي تہ قبول نہ ڪري. هن کيس اهي لفظ بہ چڱي طرح سمجهائي ڇڏيا هئا جي ان بدمعاش کيس سمجهايا هئا يعني ”پيڻ اهو بنڊل ڪار ۾ اڇلي ڏي...“ هن کي هي بہ تاڪيد ڪيل هو تہ ان شخص کي چڱي طرح ضرور ڏسي ڇڏي.

ڪار وي چونڪ ۾ پهچي هوءَ وڌيڪ خبرداري ۽ گڏوگڏ وڌيڪ ظاهري بي‌فڪري سان هلڻ لڳي. اتي هڪڙي پنهيان ڪيترين ئي ڪارون سندس پر ۾ اچي بيريون ٿيون ۽ کيس لفٽ جي آڇ ڪئي وئي مگر هن هر هڪ کي نهايت اخلاق سان جواب ڏئي ٻي ڇڏيو .... هوءَ آهستہ آهستہ هلندي رهي، هن جي دل هوئڻ ٿي ڌڪ ڌڪ ڪندڙ هئي ٻر جي ڪا موٽر ڪار پنهنجي ايندي يا بيري ٿيندي ٿي محسوس ڪيائين تہ اها ڌڪ ڌڪ وڌيڪ تمز ٿي ٿي وئي.

ٿوري دير ۾ هڪ خاڪي رنگ جي ننڍي ڪار هن جي بالڪل پر ۾ اچي بيري ٿي ۽ ٻوءِ ڪجهہ دير تائين سندس ئي رفتار سان سائس گڏ هلڻ لڳي. ٿڙڪندڙ دل سان لوسيءَ ڪار هلائيندڙ ڏانهن نهاريو جنهن هاڻي ڪار جو دروازو بہ کولي ڇڏيو هو. لوسي گهڻي ڪوشش ڪندي بہ هن جو چهرو چٽو نہ ڏسي سگهي ڇاڪاڻ جو هن جو ٽوپلو هن جي نرڙ تي تمام گهڻو نميل هو، البتہ هڪ نظر هن کي ڏسندي هوءَ ايترو سمجهي وئي تہ وچولي عمر جو هڪ ٿلهو ٿميرو ماڻهو آهي. ايتري ۾ ان ماڻهوءَ جو کهرو آواز لوسي

جي ڪنن تي پيو:
”بنبل ڪار ۾ اچلي ڏي پيءُ.“

لوسي اهو بڏي نهايت خبرداري ۽ ڦڙتائي سان، هٿ ۾ موجود بنبل جي مٿان بڏل هڪ جدا گُنيڪولي چڏي ۽ بنبل ڪار ۾ اڇلائي ڇڏيو....

ڪار تيز تي اڳتي وڌي وئي مگر... اچا ڪي پنجاه ڪن وکون مس اڳتي نڪتي هوندي جو ان ۾ هڪ زوردار ڌماڪو ٿيو ۽ . لوسيءَ ڏٺو ته اها ڪار رستو ڇڏي اٿلي پئي ۽ ڪي بولاٽيون کائي وڃي ميامي اپسمنڊ ۾ ڪري جو رستي جي بالڪل ويجهو وهندڙ هو.... اهو سڀڪجهه ڪن پل ۾ ٿي ويو....

اهو ننڍو اپسمنڊ، جنهن کي بسڪيني اپسمنڊ چوندا آهن انهيءَ سڙڪ سان لڳو لڳ وهندڙ هو پر ان کان گهڻو هيٺ هو. جيتوڻيڪ رستي جي ڪناري کان بچاءَ خاطر لوهي لوڙهو به ڏنل هو مگر اتفاق ڏسو جو اها ڪار بولاٽيون کائي انهيءَ هنڌ تائين هلي وئي جنهن هنڌ لوڙهو کليل هو ۽ ان ڪري اها اپسمنڊ ۾ ڪري پئي.!

( ٩ )

لوسي اهو سڄو تماشو پنهنجين اکين سان ڏٺو ۽ واڻڙي تي هڪ ئي هنڌ بيٺي رهي. هن کي سمجهه ۾ نه پي آيو ته هي سڀڪجهه ڇا ٿي ويو ۽ هاڻي ڇا ٿيڻ وارو آهي.!

ڪار جي ڊماڪي ۾ پاڙي ۾ ڪري پوڻ ڪان پوءِ في الوقت چوطرف ماٺ ٿي وئي هئي. لوسي هاڻي ايترو سمجهي وئي هئي ته شيني انهيءَ بم جي ڌماڪي سان ان بدمعاش کي بدحواس ڪري گرفتار ڪرائڻ ٿي چاهيو پر شيني کي اهو اندازو نه هو ته بم ان ڏي هند ڦاڏدو جنهن هنڌ لوڙهو ڪليل هو! نه ته اهو اجنبي جيڪر جيئرو هٿ اچي سگهي ها.

لوسي هاڻي لوڙهو پار ڪري اپسمنڊ جو رخ رکيو ۽ هيناهين ٿي لهندي لهندي نيٺ پاڙيءَ ڪان ٿورو ڏي پري اچي بيٺي. اتي ٿڌي واريءَ تي بيٺي بيٺي هن هيڏانهن هوڏانهن نهاريو. پري پري تائين ڪير به نظر نٿي آيو. البت مٿاهينءَ تان سڙڪ وٽان هن کي گاڏين جي هڪ ٻن پنيان بيهڻ ۽ ماڻهن جي زور زور سان واڪا ڪري ڳالهائڻ جا آواز ٻڌڻ ۾ آيا.... اهي ماڻهو ڪار جي پاڙيءَ ۾ ڪرڻ بابت ڳالهائي رهيا هئا.

ايتري ۾ هن کي پاڙيءَ جي مٿاڇري وٽان ڪو آواز ٻڌڻ ۾ آيو، پهرين ته فقط پاڙيءَ جو ڇلڪو ۽ ڇپڪو ٿيو ۽ پوءِ هن شيني جو جهڪو آواز صاف ٻڌو:

”لوسي.! لوسي.! اتي بيٺي آهين ڇا.؟“

لوسي غور سان انهيءَ آواز جي ڏس ڏانهن نهاريو ته ڏٺائين ته برابر شيني ئي هو جو هڪ ننڍڙي بيڙيءَ جا ونجهه هلائيندو ڏانهنس وڌي رهيو هو. هن به شيني کي سڏ جو جواب سڏ ۾ ڏنو پر ڪجهه جهيڻي آواز ۾، ته جيئن مٿي

بيئل ماڻهن کي ٻڌڻ ۾ نه اچي. ٿوري دير ۾ شيمي جي ٻيڙي اچي ڪناري جي واريءَ سان اٽي لڳي جتي لوسي بيٺل هئي. پر ايتري ۾ ئي مٿان ڪان تکي روشنيءَ جا شعاع اچي پاڻيءَ جي مٿاڇري سان ٽڪريا ۽ انهيءَ سان گڏوگڏ ڪي ماڻهو به لاهيءَ تان واريءَ تي ٽرڪندا هيٺ انهيءَ هنڌ تائين لهڻ لڳا جنهن هنڌ اها موٽرڪار اچي پاڻيءَ ۾ ڪري هئي. شيمي لوسي کي تاڪيد ڪيو ته هڪدم ٻيڙيءَ ۾ هلي اچي ۽ جڏهين هوءَ ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿي وئي ته شيمي تڪڙا تڪڙا ونجهه هلائي ٿوري ئي دير ۾ ٻيڙيءَ کي ان هنڌ آڻي جهليو جتان ڪي ماڻهو مٿان ڪان هيٺ لهي رهيا هئا. مٿي سڙڪ تي ڪيتريون گاڏيون اچي گڏ ٿيون هيون ۽ ڪيترا ماڻهو اهو تماشو ڏسڻ لاءِ گوڙ ٿي بيٺا هئا. ان وچ ۾ لوسي تڪڙ تڪڙ ۾ شيمي کي سچي حقيقت کان آگاه ڪري ڇڏيو.

”آءٌ هن کي سوگهو ڪرڻ لاءِ هتي چڪر هڻي رهيو هوس، پر افسوس جو هو ڪار سوڌو ٻڏي ويو.“ شيمي چيو. تنهن بعد هن هيٺ لهندڙ ماڻهن کان رڙ ڪري پڇيو:

”ڇا ٿيو.؟ ڇا سچ پچ ڪا موٽرڪار پاڻيءَ ۾ ڪري پئي آهي.؟“

ان جي جواب ۾ هن کي ڪيترا آواز ٻڌڻ ۾ آيا:

”ها، ها.... هڪ موٽر هتي اونهي پاڻيءَ ۾ ٻڏي وئي آهي.... الائي ڪيئن مٿان رستي تان ڪري آهي .... هڪ زبردست ڌماڪو به ٿيو هو .... پر ڪنهن نه ڏٺو ته ڪار

پاڻيءَ ۾ ڪيئن ڪري پئي.... ڪنهن کي به خبر نه پئي...“

اينري ۾ مٿان هڪ وڏيڪ تيز سرچ لائٽ جي روشني هيٺ پئي ۽ ڪنهن حڪم ڏيڻ جي انداز ۾ چيو:

”سڀ مٿي هليا اچو ۽ مهرباني ڪري پنهنجون گاڏيون اڳتي وڌائي وڃو ته جيئن اسان جي ڪرين مشين کي ٻڏل ڪار کي ٻاهر ڪڍڻ ۾ ڪا رڪاوٽ نه ٿئي. جي اوهان مان ڪنهن کي هن حادثي جي تفصيل جي خبر هجي ته اسان وٽ اچي بيان ڏي.“

اهو آواز ڪنهن پوليس عملدار جو هو. شيني مٿي نهاريندي وڏي واڪي چيو:

”مون وٽ هڪ ٻيڙي آهي، جي چئو ته هتي ئي موجود رهان ۽ ڪار کي ٻاهر ڪڍڻ ۾ اوهان جي ڪجهه مدد ڪريان.؟“

”سٺو خيال آهي.“ مٿان ساڳي پوليس عملدار ڳالهايو. ”اوهان جي سهڪار سان اسان جو گهڻو وقت بچي پوندو جيتوڻيڪ خدا ئي چاڻي ته ڪرندڙ ڪار ۾ ويٺل شخص جيئرو به رهيو هوندو يا نه.؟“

ٿنهن ڪانپوءِ هڪ باوردي سپاهي هيٺ لٿو ۽ هيٺ بيٺل ماڻهن کي وري مٿي وڃي پنهنجون گاڏيون هٽائي وڃڻ جي هدايت ڪري شيني جي اڳيان اچي بيٺو. هنن ٻنهي هڪٻئي کي سڃاتو ۽ ڪيڪار ڪئي. شيني هاڻي لوسيءَ کي چيو:

”لوسي، هاڻي تون گهر وڃي آرام ڪر مون کي شايد هتي گهڻو وقت لڳي ويندو، پوءِ صبح جون خبرون صبح سان.“

لوسي پيڙيءَ سان لهي مٿي رستي تي چڙهي آئي جتي ماڻهن ۽ گاڏين جو هجوم هو ۽ پوليس جا سپاهي هنن کي هٽي وڃڻ جي هدايت ڪري رهيا هئا. لوسي ڏانهن ڪنهن به ڌيان نه ڏنو. هوءَ انهيءَ گوڙ سان نڪري تڪڙي تڪڙي رستي جي ٻيءَ پر تي هلڻ لڳي. ڪاز وي چونڪ ۽ رستو ڇڏي جڏهين هوءَ هڪ ٻي رستي تي آئي تڏهين ڪنهن اوچتو اچي سندس ٻانهن جهلي. هن ڇرڪ ڀري پوئتي نهاريو ته ٽم کي بيٺو ڏٺائين. ٽم هن کان پڇيو:

”ڇا ٿيو لوسي.؟ شيني ڪٿي آهي.؟ هن ماڻهوءَ جو ڇا ٿيو.؟“

لوسي جا هيستائين ڪيترن اڻ سهائيندڙ واقعن جو شڪار ٿي هوش حواس وڃائي ويٺي هئي سو ٽم جي ڇاتيءَ تي مٿو رکي اچي سڏڪن ۾ پئي. جڏهن سامت ۾ آئي تڏهين ٽم کي سچي حقيقت ڪري ٻڌايائين. ٽم اهو ٻڌي افسوس ڪرڻ لڳو:

”اف.! ڳالهه ڏي بگڙي پئي.!“

ان بعد هو لوسيءَ کي پنهنجي ڪار تائين وٺي آيو جنهن تي پريس جي تختي لڳي پئي هئي.

”تون منهنجي گاڏيءَ ۾ اطمينان سان ٿي ويهه، آءٌ وڏيڪ خبرچار وٺي جلد ٿو اچان، پوءِ تو کي تنهنجي گهر پهچائي ڇڏيندس.“ هن لوسي کي دلاسو ڏيندي هن کي پنهنجي ڪار جي پوئين سيٽ تي ويهاري ڇڏيو. لوسي ڪار ۾ ويهي اکيون بند ڪري ڇڏيون. گذريل ٻن ڪلاڪن اندر

پيش ايندڙ واقعن جي سار هن جي ذهن ۾ طوفان بنجي ٿي آئي. ۽ ايندڙ امڪاني واقعن جي خوف جي احساس هن کي ڏڪائي ٻي ڇڏيو.!

جلد ئي ٽم به واپس اچي ڪار چالو ڪري اڳتي وڌائي.

”آءٌ به هتي ڪجهه دير سان ئي پهچي سگهيس.“ ٽم گفتگو جو سلسلو شروع ڪيو. ”تيستائين هي حادثو ٿي چڪو هو ۽ آءٌ ماڻهن جو انبوه ڏسي اتان هليو آيس. پلا تو انهيءَ شخص جو نڪ نقشو جاچيو.؟“

”هن جو منهن آءٌ چٽيءَ طرح نه ڏسي سگهيس بس ايترو سهي ڪيم ته، هو هڪ ٿلهو ٿنيرو وچولي عمر جو ماڻهو هو. موٽر خاڪي رنگ جي هيس، پلا اوهان بنڊل ۾ ڇا رکي ڇڏيو هو.؟“

”اهو هڪ معمولي گيس بم هو. اسان جو منصوبو هي هو ته تون جڏهين بنڊل جي ڳنڍ ڍري ڪري ان کي ڪار جي اندر اڇلائيندينءَ ته ٿوري ئي دير ۾ بم ڦاٽي پوندو ۽ ان جو گيس انهيءَ شخص کي ايترو پريشان ڪندو جو هو ڪار روڪڻ تي مجبور ٿي پوندو ۽ اسين وڃي هن کي گهيرينداسين.“

”مگر تيو هينئن جو گيس سبب هو بحال ٿي ويو ڪار هن جي ضابطي مان نڪري وئي ۽ هي حادثو ٿي پيو.!“

”ها، اهڙي طرح مور گهو سڄي ڳالهه ئي بگڙي پئي. هاڻي هڪ ته شيني کان پڇا ٿيندي ته هن ان وقت پيزيءَ ۾ سوار ٿي اتي ڇا ٿي ڪيو ۽ ٻيو ته ان شخص جي لاش

نڪرڻ بعد جي ڪا اهڙي ڳالهه نڪري آئي جنهن مان هن جو شيني سان ڪو تعلق ظاهر ٿي پيو ته وڏي مصيبت ۾ اچي وينداسين.!"

ايتري ۾ ڪار لوسيءَ جي فليٽ وٽ پهچي وئي. لوسي ٽم کي زور پريو ته هو پاڻ به اچي هن وٽ ويهي جو پريشان هئڻ سبب هوءَ اڪيلي نٿي رهڻ چاهي. ٽم هن کي گهٽو انڪار نه ڪيو. لوسي هن کي پنهنجي ڊرائنگ روم ۾ ويهاري پاڻ ڪجهه کائڻ پيئڻ جي بندوبست ۾ لڳي وئي ته ٽم فون ڪئي پنهنجي ايڊيٽر سان ڳالهايو ۽ ڪار جي حادثي بابت هن کان ڪا نئين خبر پڇڻ لڳو.... ايڊيٽر هن کي جيڪو جواب ڏنو تنهن هن کي وسمي ۾ وجهي ڇڏيو! هن رسيور رکيو ئي مس ته لوسيءَ سوال ڪيو:

"ڇا ٿيو آهي.؟"

"عجيب ڳالهه ٿي آهي." ٽم بدحواس ٿيندي چيو. "پوليس اها ڪار پاڻيءَ مان ڪڍي ورتي آهي پر اهو شخص ڪار مان هٿ نه آيو ۽ گهٽي پڇا ڳاڇا ڪان پوءِ پوليس کي معلوم ٿيو آهي ته اهو شخص ڪار جي پاڻيءَ ۾ ڪرڻ کان اڳ ئي رستي تي ڪري پيو ۽ هڪ ٻيو شخص هن کي بيهوشي جي حالت ۾ اتان هڪدم (ڪنهن ٻي گاڏيءَ ۾) کڻي اتان هليو ويو.!.... هاڻي، اهو بيهوش همراه هوندو ته ڪنهن اسپتال ۾ ئي، پر.... جي پوليس اسان کان اڳ اتي پهچي وئي ته پاڻ لاءِ وڏو وٺل مچي ويندو.!"

(١٠)

هيڏانهن شيني جي موجودگي ۾ وڏي چاڪوڙ ڪانپوءِ جڏهين ڪار ڪي پاڻيءَ مان ٻاهر ڪڍيو ويو ته ان جو هلائيندڙ گهٽي گهولا ڦلهوڙ جي باوجود هٿ نه اچي سگهيو. شيني مايوس ٿي واپس موٽيو. سيني جو خيال هو ته اهو شخص پاڻيءَ ۾ ٻڏي لڙهي غرق ٿي ويو آهي. ڪار جي چڱي طرح چڪاس ڪئي وئي پر انهيءَ شخص جو ڪو به اهڃاڻ يا نشاني نه ملي ته هو ڪير هو. ڪنهن کي به اها خبر نه پئي سگهي ته اهو شخص ڪار سوڌو پاڻيءَ ۾ ڪيئن ڪريو يعني هن کي ڪار سميت ڪرندو ڪير ڏسي ٿي نه سگهيو هو. شيني کي گهڻو خوف هي هو ته جي ڪا به ڳالهه سندن خلاف ثابت ٿي پئي ته ساڻس گڏ لوسيءَ بيگناه ٿيندي به قانون جي گرفت ۾ اچي ويندو. ٻي هيءَ ڳالهه ته اها ڊورٿي ناليءِ ڇوڪري خبر ناهي ڪٿي هوندي؟ هن سوچيو ته هاڻي بهتر اهوئي ٿيندو ته وڏيڪ کو کيل ڪيڊڻ جي بجاءِ سيڪجهه پوليس جي اڳيان ظاهر ڪري ڇڏجي- "مون هڪ داءُ لڳايو سو ڪامياب نه ٿيو جنهن جي نتيجي ۾ ٻه جانيون ضائع ٿي چڪيون آهن (جنهن ۾ ڪار واري شخص جون جانيون). پوليس جو اعليٰ آفيسر برابر منهنجو دوست آهي پر هو وري به هڪ ديانتدار ۽ سخت عملدار آهي نه ٿي مون کي قانون سان ههڙي ريت کيل ڪيڊڻ جو ڪو حق يا اختيار آهي، بهتر آهي ته ان کان اڳ جو ڊورٿي پوليس تائين پهچي آءٌ پاڻ جينئري وٽ وڃي ڪيس سيڪجهه ٻڌائي ڇڏيان."

اهي خيال پچائيندو طرح طرح جي خوف ۽ وسوسن کي منهن ڏيندو هو لوسي جي گهر تائين اچي پهتو. لوسي جي ڪمري ۾ روشني ۽ ٻاهر ٿم جي ڪار ڏسي هن کي ڪي قدر آٿت آيو. هن گهنٽي وڄائي ته لوسي ٻاهر نڪري آئي ۽ شيني کي ڏسندي ئي بي‌اختيار ٿي چوڻ شروع ڪيائين:

"شيني! منهنجو ته ساهه ئي سڪي، هاڻي خبر ناهي ڇا...."

شيني هن جي ڳالهه پوري ٿيڻ کان اڳ ئي هن کي چڪي ڇاتيءَ سان لاتو ۽ هن کي پيار ڪندي دلداري ڏيڻ لڳو.

"انهيءَ ۾ ڪنهن جو به ڏوهه ناهي پياري.... اچوڪي رات ڪو پنهنجي نصيب جو ستارو ئي گردش ۾ آهي...."

مٿي اچي هن ٿم کي ٻڌايو:

"ڪار ته چڪي ٻاهر ڪڍي اٿن، پر اهو همراه پاڻيءَ جي تري ۾ ئي رهجي ويو."

"نه نه شيني." لوسي سندس ڳالهه ڪٽي. "هو اڃا زنده آهي، ٿم تون شيني کي حقيقت ٻڌاءِ."

"حقيقت هيءَ آهي شيني، ته ڌماڪي ٿيڻ بعد جڏهين ڪار ٻولائيون ڪاڍيون ته ان جا دروازا کليل پيا ۽ اهو شخص رسي تي ئي ڪري پيو، اتي جو اتي سندس پويان ايندڙ هڪ ٻي ڪار بيٺي ۽ ان مان هڪ ٻي شخص لهي هن کي بيهوشي جي حالت ۾ کنيو ۽ ٻنان وقت وڃائڻ جي پنهنجي ڪار ۾ وجهي ڪٺي هليو ويو— شايد ڪنهن اسپتال ڏانهن— مون بهرحال پنهنجي نائب ايڊيٽر کي چٺي ڇڏيو آهي ته

انهيءَ واقعي جي تصديق ڪري تفصيل حاصل ڪري ۽ اهو به معلوم ڪري ته بيهوش شخص ڪهڙي اسپتال ۾ آهي ته جيئن پوليس جي وٽس پهچڻ کان اڳي پاڻ اتي پهچي وڃون.“

اها رواداد ٻڌي شيمي جي ٻت مان رهيو ڪهيو ست به موڪلائي ويو هن جي ذهن ۾ وري طرح طرح جا وسوسا ۽ انديشا نئين سر جاڳڻ لڳا. ڪافي وقت هو ڳوڙهي ويچار ۾ غلطان رهيو. تنهن بعد هن لوسيءَ کان احوال ورتو، لوسي هن کي سچو حال سربستو ٻڌايو ۽ آخر ۾ خيال ظاهر ڪيو:

”هاڻي اهو ڏپ رکڻ جو ته سوال ئي نه آهي ته هو پوليس کي اها حقيقت ٻڌائيندو ته هن پاڻ اسان کي فريب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي، هو خود به ته ملوث آهي!“

”ڪجهه سمجهه ۾ نٿو اچي ته هو ڇا ڪندو؟ گهٽ ۾ گهٽ هو اسان جو دشمن ته ضرور ٿيو جو اسان هن کي دوکو ڏنو. تنهن کانسواءِ اها عورت ڊورٿي به اڃا هن جي ئي علم ۽ قبضي ۾ آهي. ڏسو پيا ته هن وقت تائين پاڻ ڪئي ڇڏا ڪيترو قانون ٽوڙي چڪا آهيون. جي پاڻ کي اهو شخص هٿ اچي وڃي ها ته هنن ٻنهي خونن ۽ انهيءَ رقم بابت سڀڪجهه معلوم ٿي وڃي ها ۽ پوءِ هي ممڪن ٿي وڃي ها ته جيئنڙي کي اسان جي مدد سان اصل ڏوهاري ملي وڃي ها ۽ هو (جيئنڙي) اسان کي معاف ڪري ڇڏي ها. پر اسان جيڪي به داءَ هنيا سي سڀ ابتا پيا ۽ وڌيڪ ڳالهه مان ڳالهه وڌو

ٿـي پيو. هاڻي ڪهڙي صلاح آهـي ٽم، هلي جينٽري کي سڀڪجهه ٻڌائي نه ڇڏيون."

"جيڪا تنهنجي مرضي." ٽـم شيني کـي گهوريندي وراڻيو. "هي پهريون دفعو آهي جو مون تو کي حالات کان شڪست کائيندو ڏٺو آهي."

"پر هڪ سوال هي بـه آهي." لوسي وچ ۾ ڳالهايو. "منهنجي صلاح موجب جي پاڻ پوليس وٽ پيش ٿـا پئون تـه، تنهنجو جاسوسي جو لائسنس رد ٿـي ويندو، ٽـم جـي نوڪري بـه ويندي ۽ پـاڻ ٽئي جيل ۾ هونداسين. انهيءَ صورت ۾ نه هي ٻن خونن ۽ رقم جو معاملو ڪڏهن به حل نه ٿي سگهندو. تو کان سواءِ ٻيو ڪير به اصل ڏوهاري جو پتو نٿو لڳائي سگهي."

"لوسي سچ ٿي چوي شيني." ٽم چيو. "اجا به وقت آهي ۽ ٿـي سگهي ٿو تـه انهيءَ وچ ۾ ڪا اهـڙي ڳالهه نڪري اچـي جا پنهنجي فائدي جـي هجي. آءٌ وري فون ڪري پنهنجي اخبار جي دفتر مان معلومات وٺان ٿو."

ٽم ٽيليفون کڻي پنهنجي دفتر جو نمبر ملايو ۽ پنهنجي نائب ايڊيٽر سان ڳالهايائين:

"ايڊورڊ، ڪار جي حادثي بابت ڪا نئين تـازي خبر ملي ؟"

۽ انهيءَ جو جواب ملڻ تي ٽم جي چهري تي جيڪي تاثرات پيدا ٿيا تن کي ڏسي شيني ۽ لوسي سمجهي ويا تـه وري ڪا نئين پوائنٽي ڳالهه ٿـي آهي. هيڏانهن ٽم فون تي

بار بار چئي رهيو هو. ”ڇا چيئه.؟ وري چئه، پڪ سان ٿو چوين ه ن.“ ۽ پوءِ هو فون رکي هڪ وڏو ٺوڪارو ڀري اچي ڪرسيءَ تي ويٺو.

”تو اچڻ ۾ جلد ئي ڪئي شيمي.“ ٿم گهٽيل آواز ۾ چيو. ”ڪار پاڻيءَ مان ڪڍڻ بعد پوليس ان جي ڊڪي کولي ته ان مان هڪ گهٽ عمر عورت جو لاش نڪتو جو نهايت بي رحمي سان رسين سان چوکنيو ٻڌل هو، ان عورت جي ڪپڙن مان هوٽل جي ڪمري جي چاٻي به ملي آهي .... بس هاڻي اهو سمجهڻ ۾ ڪا مشڪل ڪانهي ته جنهن شخص توسان فون تي ڳالهايو تنهن ڊورٿي کي ڪنهن بي هنڌ قيد نه ڪيو هو بلڪ رسين سان ٻڌي پنهنجي ڪار جي ڊڪي ۾ وجهي ڇڏيو هو ...

(١١)

”ڊورٿي.!؟“ شيمي ڪان رڙ نڪري وئي. ”تڏهين ڇئيو ته هن ڊورٿي کي ڪار جي ڊڪي ۾ لڪايو هو.؟“

”اهوئي ظاهر آهي، هن سوچيو ته تو ڪان رقم حاصل ڪري هو ڊورٿيءَ جو هٿ تنهنجي هٿ ۾ ڏئي ڇڏيندو.“

”۽ هوءَ ويچاري ايئن گهٽجي مري وئي.!!“

”تون پاڻ سمجهي سگهين ٿو، اينري وقت تائين ڪو رسين ۾ جڪڙيل انسان ڪار جي ڊڪي ۾ رهي آخر ڪيترو وقت زنده رهي سگهي ٿو.؟ آءٌ ته چوندس ته هوءَ

ڪار جي ٻاڙيءَ ۾ ڪرڻ ڪان اڳ ئي مري وئي هوندي.“

”افسوس! هن ويچاريءَ جو خون بہ اسان جي گردن تي ٿيو. جي پاڻ انهيءَ شخص کي سڃاڻي سگهون ها تہ ايئن نہ ٿئي ها. مون ٿي ڊورٿي کي دلاسو ڏئي هلي هوٽل ۾ رهايو تہ شايد هوءَ اسان لاءِ ڪارائتي ثابت ٿيندي.“

”پر ان ۾ تنهنجو بہ تہ ڏوهہ نہ هئو شيني، تو کي ڪهڙي خبر هئي تہ ڪو حالات هڙو رخ اختيار ڪندا.“

”سچ سارا تي خون محض منهنجي راند جي ڪارڻ تي چڪا آهن.“ شيني ساڳي طرح دلگير ٿيندي چيو. ”۽ اها راند مون فقط لوسيءَ کي بچائڻ لاءِ کيڏي.!!“

لوسي اهي اکر ٻڌي اچي روئڻ ۾ ڇتڪي ۽ ور ور ڪري پنهنجو پاڻ کي ملامت ڪرڻ ۽ پڇتاءُ ڏيکارڻ لڳي.

”هاڻي پڇتائڻ ڪهڙي ڪم جو.؟“ شيني هن کي هڪ طرح چڙب ڏني، ۽ پوءِ تہ ڏانهن منهن ڪري چوڻ لڳو: ”هاڻي ڇا ڪجي.؟“

”هاڻي تہ گهٽي فڪر جي ڳالهہ ئي نہ آهي.!“

”ڇا.؟ فڪر جي ڳالهہ ڪانهي.؟ پوليس وڃي هوٽل تان منهنجو حليو معلوم ڪندي، آءٌ رجسٽر ۾ پنهنجي ڪار جو لائسنس نمبر لکائي آيو آهيان، پيو هي ڪوڙ لکائي آيو آهيان جو پاڻ کي پيٽر ۽ ڊورٿي کي پنهنجي زال يعني مسز پيٽر لکايو اٿم ۽ هي تہ اسين ٻئي فلوريڊا ڪان آيل آهيون.... وغيره اهي سڀ ڪوڙ ظاهر ٿيڻ بعد هنن جو

اسان ۾ شڪ يقين ۾ نہ بدلجي ويندو ڇا.؟“

”پر اهو سڀڪجهہ بہ سڀ ڏي ٿيندو.“ ٽم اتساہ سان چيو،

”تنهن وچ ۾ تون انهن ٽنهي خونن جو پتو لڳائي سگهين ٿو.“

”ٽنهي خونن جو؟ آءٌ تہ سمجهان ٿو فقط ٻن خونن جو پتو لڳائڻ ضروري آهي.“

”هيستائين ٽي خون ٿي چڪا آهن، ٽڪسي جو خون، جڪ جو خون ۽ انهيءَ ڊورٿي جو خون ... جنهن تو کي پنهنجو نالو مسز پيٽر ٻڌايو.... خبر ناهي هن جو اصل نالو ڇا آهي، فون ڪندڙ اجنبيءَ ٿي تہ هن جو نالو ڊورٿي ٻڌايو، پاڻ کي نالي جي خبر نہ هئي نہ آهي.“

”انهيءَ ڇوڪريءَ جو خون تہ منهنجي غلطي سبب ٿيو جو مون ان دوکيباز کي گرفت ۾ آڻڻ چاهيو پر معاملو الٽو ٿي پيو ۽ مورڳو هن ويچاريءَ جي جان وئي.“

”آءٌ تہ ايئن چوندس تہ جڪ ۽ ٽڪسي جي خونن ۾ اها ڊورٿي خود بہ شامل آهي ٿي سگهي ٿو ٻنهي کي يا ٻنهي مان هڪ کي هن پاڻ ڏي قتل ڪيو هجي.“

”مون کي تہ ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نٿو اچي.“ شيني ٻئي هٿ مٿي تي رکندي چيو.

”تہ پوءِ اچ تہ معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون.“ ٽم چيو- ”ياد ڪر، مون توکي چيو هو تہ انهيءَ مسز ايلڊرسن (يا ڊورٿي) جو نالو مون ڪٿي پڙهيو ضرور آهي ۽ تنهن سان گڏ انهن اسي هزار ڊالرن جو قصو بہ ڪٿي

پڙهيو اٿم....“ (ذهن تي زور ڏيندي ڪجهه سوچيندي....)
”پانبيان ٿو اهي احوال مون پنهنجي ئي اخبار ۾ ڪي ٿورا ڏينهن اڳ پڙهيا هئا. هاڻي اٿي ته اخبار جي دفتر ۾ هلون ۽ اخبارن جا پراڻا فائل جاچيون شايد ڪو اشارو ملي پوي.“

”پلي هل، پر پوءِ جي انهيءَ مان به ڪو ڪڙتيل نه نڪتو ته پوءِ سڌو جينٽري وٽ هلبو ۽ پاڻ کي پيش ڪبو.“

”آءٌ توسان هر ڳالهه ۾ ٻڌل آهيان.“

شيني اٿي ڪڙو ٽيو، پهرين لوسي کي آئت ڏنائين جا اجا سڏڪا پري رهي هئي ۽ پوءِ تم سان گڏجي روانو ٿيو.

— — —

لوسي پاڻ کي اڪيلي ۽ وياڪل محسوس ڪري بستري تان اٿي ۽ بيقراري جي حالت ۾ ڪمري جي اندر هڪ ڪنڊ کان ٻيءَ ڪنڊ تائين پسار ڪرڻ لڳي. تنهن بعد وري هڪ هڪ ڪمري ۾ وڃي هر شئي کي چڱي طرح جاچڻ لڳي- ”مون کي ڪجهه ڪرڻ گهرجي.“ هوءَ دل ئي دل ۾ چوڻ لڳي. ”نند تہ هوندي بہ نہ ايندي ۽ هي جيڪي ڪجهه ٿيو آهي سو منهنجي ئي مورکپائي سبب ٿيو آهي، نہ جئڪ کي پناه ڏيان ها نہ هي سڀڪجهه ٿئي ها.“ اهي خيال پچائيندي هوءَ پسار بہ ڪندي رهي ۽ رکي رکي گهر جي سامان کي بہ جاچيندي رهي. ان وقت هن جي ذهن ۾ طرح طرح جون رٿون ۽ سٽائون ايندون ۽ رد ٿينديون رهيون، پهرين خيال آيس تہ چو نہ هوءَ پاڻ ئي وڃي جينٽري صاحب کي سڀڪجهه ٻڌائي ڏي، پر، ايئن تہ وري شيني

پنهنجو ڪم ڪرڻ ڪان رهجي ويندو....

.... انهي هڪ ڳالهه هن جي ذهن ۾ ڪنوڻ وانگر وراڪو ڏنو.... ”جڳڪ جي ڀيڻ روزي.! نيو آرلينس ۾ آهي، ڇو نه روزي کي فون ڪريان ۽ ڪانٽس جڳڪ بابت پڇا ڪريان، شايد هن وٽان ڪا معلومات ملي وڃي، هن کي ضرور جڳڪ ۽ هن جي سنگت ساٿ ۽ لڳ لاڳاپن جي خبر هوندي، اڇوڪي رات وارن واقعن بابت هن وٽان ڪو اشارو ملي، پر هن کي جڳڪ جي قتل بابت ڪجهه ٻڌائڻ چڱو نه ٿيندو....!“

اهو سوچي هن ڪيٽ مان پنهنجي هڪ پراڻي ڊائري ڪڍي روزي جو فون نمبر ڳولي ڪڍيو. ان وقت رات جا ساڍا ٻارهن لڳا هئا پر جيئن ته نيو آرلينس هڪ مختلف خطي ۾ آهي ان ڪري اتي اڃا سوير هوندي، گهٽ ۾ گهٽ هڪ ٻن ڪلاڪن جي سج جو فرق ته آهي ئي- هن فون ڪٽي روزي جي نمبر تي ڪال بڪ ڪرايو، ۽ ٿوري ئي دير ۾ آپريٽر اهو نمبر ملائي ڏنو. ه ن طرف ڪان ڪنهن عورت جو آواز هو:

”هيلو.“

”روزي، آءٌ لوسي آهيان روزي، ميامي مان ٿي ڳالهايان.“

”معاف ڪجان ڀيڻ، روزي هتي موجود نه آهي، اوهان ڇا نالو ٻڌايو.؟“

”آءٌ روزي جي هڪ پراڻي دوست آهيان، لوسي. پلا روزي ڪيتري وقت ۾ ايندي.؟“

”آخر ماجرا ڇا آهي، آءٌ.... نه نه.... پـر اهو ڇا آهي جو ٿوروئي وقت اڳ هڪ پوليس جو سپاهي اچي روزي بابت طرح طرح جا سوال ڪرڻ لڳو پر اهو نه ٻڌايائين ته ڇا معاملو آهي، هاڻي وري تـون پڻ پڇا ڪرين، آخـر ڇا ٿيو آهي.؟“

”پلا تون ڪير تي ڳالهائين.؟“

”منهنجو نالو **گرانٽ** آهي، آءٌ روزي سان مسواڙ ۾ شريڪ رهندي آهيان. تـون اهائي لـوسي آهين جنهن جو روزيءَ ذڪر ڪيو هو.؟“

”ها. ڇا ذڪر ڪيو هو روزيءَ ؟“

”پوليس جو سپاهي تو بابت به سوال ڪرڻ لڳو هو، پلا تون روزي سان ملي آهين يا نه.؟ هوءَ تـه ميامي ويل آهـي.“

”جي.؟ ڇا چيئه.! روزي ميامي ۾ آيل آهي.؟“

”ها هاـ آءٌ پاڻ حيران آهيان، روزي اڳ ڪڏهن بـه اهڙي حالت ۾ ٻاهر نه نڪتي آهي.“

”ڪهڙي حالت ۾.؟“

”به ڏينهن اڳ هن مون کي ٻڌايو ته سڀ ٺيڪ آهي، ڪا فڪر جي ڳالهه ناهي، تنهن بعد هو بنان ڪپڙا بدلائڻ يا ڪو سامان کڻڻ جي هتان هلي وئي مون کي ٻڌايائين ته ڪنهن ضروري ڪم سان وڃڻو آهي. سندس ڇوڻ تي مون ڊائري مان تنهنجو نمبر ۽ سرنامو بـه ڳولي هن کي لکائي ڇڏيو هو.“

”مهرباني ڪري مون کي سڀڪجهه تفصيل سان ٻڌاءِ.“

”ڪو وڏو داستان ته نه آهي — انهيءَ ڏينهن آءٌ پنهنجي ڪم تي هلي ويس، يعني ٽيو ڏينهن، روزي کي ڪجهه ذڪام هو ان سبب ڪم تي نه وئي پر جڏهين آءٌ موٽي آيس ته هوءَ هتي نه ملي ۽ رات جو ستين بجي ڌاري هن مون کي فون ڪئي، سندس گفتگو مان سندس پريشاني ظاهر هئي. هن مون کي چيو ته ’ڪر جي ڪا ڳالهه ناهي آءٌ هڪ ضروري ڪم سان ميامي وڃي رهي آهيان تون مهرباني ڪري مون واري ڊائري مان لوسي جو فون نمبر ۽ سرنامو ڏسي مون کي لکائي ڇڏ.‘ مون محسوس ڪيو ته هوءَ تمام تڪڙ ۾ هئي ۽ وڌيڪ ڳالهائڻ نه پئي گهريائين، مون ڪيس تنهنجو سرنامو ٻڌايو ته هن فون بند ڪري ڇڏي. مون پوليس جي سپاهي کي به اهائي ماجرا ٻڌائي ڇڏي آهي.“

”پلا تون سندس ياءُ جئڪ کان واقف آهين.؟“ لوسي جي آنڌ ماند وڌندي ٿي وئي.

”ها.“ فون ۾ جواب آيو. ”پر ٽي مهنا اڳ هڪ ڀيرو هن سان مليو ٿيو هو، بس هڪ دفعو ۽ بس اهو ڪافي هو.“

لوسي سهي ڪري وئي ته فون تي ڳالهائڻ واري عورت جئڪ سان نفرت رکي ٿي. هن وري سوال ڪيو:

”پلا روزي تازوئي توسان جئڪ جو ڪو ذڪر ڪيو.؟“

”مون کي ياد ناهي. بس مون هڪ دفعي ڏي هن کي ٻڌائي ڇڏيو ته جئڪ کهڙي ڪردار جو آهي.“

”خير، پر ڇا تنهنجي خيال ۾ هو به هتي ميامي ۾ ئي

آيل آهي.؟“

”اهڙي ته مون کي ڪابه خبر ناهي مس لوسي، روزي به ميامي وڃڻ جو مقصد تہ نہ ٻڌائي وئي جو سمجهجي تہ هوءَ پنهنجي پاڻ سان ئي ملڻ وئي آهي.“

”چڱو ڀيڻ، وڏي مهرباني، هاڻ روزي واپس اچي تہ مونسان ضرور ڳالهائجو.“

”ضرور ضرور، چڱو خدا حافظ.!“

لوسي بہ خدا حافظ چئي فون رکي ڇڏي. انهيءَ گفتگو هن کي وڌيڪ منجهائي ڇڏيو خاص ڪري ان ڳالهہ هن کي وڌيڪ پريشان ڪيو تہ روزي بہ ميامي آيل آهي– ”هتي اچي هن مون کي فون بہ نہ ڪئي.! جڏهين تہ منهنجو سرنامو ۽ فون نمبر بہ کٽي آئي هئي.! يقيناً سندس اچڻ جو مقصد جڪ جي مقصد سان ڪو واسطو رکي ٿو ۽ جڪ جو انهن اسي هزار ڊالرن سان ڪو تعلق ضرور آهي جن جي سبب ڪا اهڙي صورتحال پيدا ٿي پئي جو روزي کي جڪ سان ملڻ يا ڪنهن ٻي مقصد سان ميامي اچڻو پيو– ۽ اها ڇوڪري.! جا شيني کي گهٽي نمبر ١٨- ۾ ملي جنهن کي هو هوٽل تي ٽڪائي آيو سا ڪير هئي.؟“ لوسي طرح طرح جي وسوسن ۾ اچي وئي. ”متان انهن ٻنهي ڇوڪرين مان، جن مان هڪ گهٽي نمبر ١٨- ۾ قتل ٿي وئي ۽ ٻي موٽر سوڊو پاڻيءَ ۾ ٻوڙي وئي، هڪ خود روزي هئي.؟“ هوءَ گذريل سڀني واقعن کي ذهن ۾ ورجائڻ لڳي.

”١٨- نمبر گهٽيءَ ۾ قتل ٿيڻ واري ڇوڪري جنهن کي

ڏکسي ٿي ڇپائون سا نه روزي نٿي ٿي سگهي ڇاڪاڻ ته روزي جي عمر هن وقت ٽيهه سال هوندي جڏهين ته ڏکسي لاء چون پيا ته اٽڪل ارڙهن سالن جي دوشيزه هئي، البت هوء بي عورت جا شيني ڪي اتي ملي جنهن ڪي هن هوٽل ۾ ترسايو ۽ جا اپسمنڊ ۾ پڏي فوت ٿي سا ٿي سگهي ٿو روزي هجي— مگر، پوء هن جنڪ جو لاش سڃاڻڻ ڪان ڇو انڪار ڪيو.؟ پر ممڪن آهي ته هوء لاش کي سڃاڻي به شينيءَ سان الي وڻي هجي، بهرحال اهو ته ظاهر آهي ته جنڪ جي حرڪتن جي روزيءَ کي پروڙ هئي ۽ هوء انهن جي نتيجن ڪان فڪرمند به ضرور هئي.“

لوسي هڪ پختو ارادو ڪري اٿي بيٺي— اهو ارادو سندس اختيار ۾ هو ۽ فقط هوء ئي اهو ڪم ڪري سگهي ٿي جنهن جو هن ارادو ڪيو هو— يعني اها خاطري ڪرڻ ته موٽر سوڏي غرق ٿيل عورت روزي هئي يا ڪا بي—؟!

هاڻي هن کي سرڪاري مرده خاني ۾ وڃي اهو لاش ڏسڻو هو جو پوليس پاڻيءَ ۾ ڪريل ڪار مان ڪڍيو هو.

تيار ٿي هن پهرين سرڪاري مرده خاني ۾ فون ڪئي. هتان جواب مليو:

”ها ميڊم، اهو لاش مرده خاني ۾ موجود آهي، پر تون اهو لاش ڇو ٿي ڏسڻ گهرين.؟“

”انهيءَ ڪري جو مون کي شڪ آهي ته، متان اهو منهنجي ڀيڻ جو نه هجي جا ڪجهه ڏينهن ڪان گم ٿي ويل آهي.“ لوسي جلدئي هڪ بهانو گهڙي ٻڌايو.

تنهن بعد هن رات جو دير سان مرده خاني ۾ وڃي کنهن لاش کي ڏسڻ جو قانون معلوم ڪيو ۽ فون رکي ٻاهر نڪتي ۽ هڪ ٽيڪسي ڪري مرده خاني ۾ پهتي. اتي پهچي دروازو کولي اندر داخل ٿي ته ڀوربن هڪ ورانڊي ۾ اڇو ڀيس جتي ٻتيون ٻه، جهڪيون ٻرنڌڙ هيون. فون تي هن کي ٻڌايو ويو ته مرده خاني ۾ ان وقت فقط هڪڙو ملازم موجود هوندو جو سندس رهنمائي ڪندو. هن جا اعصاب بي‌سرت ٿيندا ٿي ويا ۽ دل جي ڌڪ ڌڪ تيز ٿي وڃي هئي پر دل جهلي هوءَ اڳتي وڌي ته هڪ ٿلهو ٺيرو شخص جنهن کي خاڪي ڪپڙا پهريل هئا ۽ هٿ ۾ خاڪي هئس هن کي ڏسي اڳتي وڌي آيو پر ان ۾ لوسيءَ کي ملازمن وارو ڪو رنگ نظر نه آيو.... اتي ئي هن کي ٻاهرئين دروازي وٽ هڪ ٻيو ماڻهو ڏسڻ ۾ آيو جو هن اندر اچڻ وقت نه ڏٺو هو. هوءَ اڃا انهيءَ ٿي ٻڌتر ۾ هئي ته انهن مان ڪهڙو ماڻهو ملازم ٿي سگهي ٿو.... جو اهو خاڪي ڪپڙن وارو شخص هن کي مخاطب ٿيو:

”اوه تون پياري، تون هتي ڪيئن آئيئن؟ آءٌ لاش ڏسي آيو آهيان شڪر آهي اهو لاش هيلن جو ناهي، خدا جو شڪر آهي....“ لوسي وائڙي ٿي ان شخص کي ڏسندي ئي رهي جو هو ڪيس ٻانهن کان جهلي درواري ڏانهن واپس هلڻ لڳو ۽ چوندو ويو. ”بس هاڻي هل ته هلون.“ هو ايترو تکو دروازي ڏانهن وڌيو جو هوءَ کيس چڱي طرح ڏسي به نه سگهي، تانجو هو کيس ڇڪيندو ٻاهر ڪڍي آيو ۽ هڪدم

سندس وات تي هٿ ڏئي ڦڙتائي سان ڪيس ڪنهن ڪٺي اچي هڪ ڪار ۾ چڙهيو جا رستي جي پاسي ۾ ٿي بيٺي هئي. رڙ ڪرڻ يا پاڻ ڇڏائڻ جي هن جي ڪابه ڪوشش ڪامياب نه ٿي سگهي- ڪار ۾ ويهڻ بعد لوسي کي البت ان شخص کي غور سان ڏسڻ جو موقعو مليو ۽ اهو ڏسي هن جو ساهه ٿي سڪي ويو ته هي اهو ٿي شخص هو جنهن کي هن شيشي وارو بندل ڪار ۾ اچلائي ڏنو هو. جنهن لاءِ معلوم ٿيو هو ته ڪار جي ڀاڻي ۾ ڪرڻ کان اڳ هو ان مان رستي تي ڪري پيو هو.!

اڃا هوءَ ان اجنبيءَ کي چتائي ڏسي رهي هئي جو هن سندس ڪُلهن تي هڪ زوردار ڌونشو وهائي ڪڍيو، هن کي ڦوانوٽي اچي وئي ۽ اتي ٿي بيهوش ٿي وئي.!

(١٢)

لوسي هوش ۾ آئي ته پاڻ کي ان موٽرڪار جي پٺئين خاني ۾ سيٽ کان هيٺ ڪار جي فرش تي ڪريل ڏٺائين. هن جو مٿو سور کان چڪ ڦاڙو ٿي، ايترو اندازو به نه ڪري سگهي ته مرده خاني کان روانو ٿيندي ڪيترو وقت گذري چڪو آهي. هن آهستگي سان ڪنڌ کڻي ڏٺو، اهو اجنبي ڪار هلائي رهيو هو. لوسي رستي جو اندازو به نه لڳائي سگهي ته ڪار ڪهڙي رستي تان ڪهڙي طرف هلندڙ آهي. هن جي دل ۾ طرح طرح جا دليل اچڻ لڳا. ”هي شخص

آهي ڪير.؟ هن ته مون کي سجاڳي ورتو پر هڏي هو مونکي ڪيڏانهن ڏو وٺيو هلي.؟ هي منهنجو ڪهڙو حشر ڏو ڪرڻ گهري ۽ چو.؟ يقيناً هي ڄاڻي ڏو ته روزي منهنجي ساهڙي آهي. پر آءٌ ته لاش ڏسڻ کان ٿي رهجي ويس.! ٿي سگهي ٿو لاش واقعي روزيءَ جو هجي ۽ هن کي پڪ هجي ته ساهيڙي هئڻ جي ناتي آءٌ مرده خاني ۾ ضرور ايندس، پر روزيءَ سان هن جو ڪهڙو واسطو آهي.؟"

هڪ دفعو هن وري هڪ هلڪو آرس موڙي ٿونئن پر ايپي تي هن اجنبيءَ تي نظر وڌي جو ڏاڍي بي نيازي سان ڪار هلائي رهيو هو.... هوءَ سوچڻ لڳي. "ڪاش هن وقت مون وٽ ڪو هٿيار هجي ها، بيشڪ آءٌ به ڪار سميت تباه ٿي وڃا ها پر هن ڪانپوءَ جيڪي ڪجهه ٿيڻ وارو آهي تنهن کان ته موت بهتر آهي."

ٿوري دير بعد ڪار جي رفتار گهٽ ٿي، لوسي پاڻولي هٽي وهي رهي ۽ سامهون واري شيشي مان ٻاهر نهارڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. هن جو مقصد هو ته رستي ۽ منزل جو جيتري قدر ٿي سگهي پتو ڪري ڇڏي. رستي جي ساڄي طرف ته ڇيڙه ۽ ڪجهيءَ جي وڻن ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه نتي ڏسڻ ۾ آيو، البته ڪابي پاسي تي ڪي بورڊ لڳل صف ڏسڻ ۾ آيا ٿي ۽ ڪي نشان هئا جن مان هن اندازو لڳايو ته ڪار بوليورڊ جي اندريين علائقي ۾ اچي پهتي آهي، انهن مان هڪ بورڊ تي بسڪٽي بوليورڊ لکيل هو. اتي ڪار ڦيرو ڪاڌو ۽ هڪ ٻي بورڊ تي نظر پئي ته هن کي ان گهٽيءَ

جي بورڊ تي لکيل نالو ٻـــ صاف ڏسڻ ۾ آيو يعني سالٽيئر اسٽريٽ. اها گهٽي هن جي اڳ ڪڏهين نه ڏٺل هئي نه ان جو نالو ٻڌو هئائين پر هن وقت هن کي اها خوشي ٿي تـــ گهٽيءَ جو نالو ته معلوم ٿي ويو. ڪار هڪ ٻـــ ور ڪائي نيٺ هڪ هنڌ بيهي وئي ته لوسي هڪدم اٿي پئي ۽ اکيون ٻوٽي ڇڏيائين تـــ جيئن اجنبي اهو شڪ نـــ ڪري تـــ هوءَ هوش ۾ ٻـه اچي چڪي آهي. اجنبيءَ لهي اچي ڪيس ڪلهن کان جهلي اٿاريو تـــ هوءَ ڏاڍي هوشياري سان اداڪاري ڪرڻ لڳي. ”هان! آءٌ ڪٿي آهيان، ڇـــا ٿيو آهي.؟ اف، منهنجو مٿو ٿو ڦاٽي، تون ڪير آهين. مون اڳ ته توکي ڪڏهين نه ڏٺو آهي.!“

”آءٌ ڪير ٻه آهيان.“ اجنبي کهري لهجي ۾ چيو. ”پر تـــون لوسي آهين جاسوس شيني جـــي سيڪريٽري.!“ ائين چئي هن لوسي کي ڌڪو ڏنو ۽ هوءَ پٽيءَ پر وڃي ڪار جي فرش تي ڪري پر وري جلد ئي پاڻ سنڀالي ٽونٽن پر اٿـــي ويٺي. هاڻي هن غور سان جائزو ورتو ته ڏٺو تـــ ڪار هڪ اهڙي هنڌ بيٺي هئي جتي گهٽي اچي ٿي ختم ٿي ۽ اتي فقط هڪڙي عمارت هئي ۽ ٻي ڪابه جاءِ نـــ هئي. ان عمارت جي اندر ڪنهن به قسم جي روشني ٽيندڙ نه هئي ۽ دريون ڪاٺ جي پٽين سان بند هيون جيئن اتي جا ماڻهو اڪثر ڏورانهين سفر تي وڃڻ وقت بند ڪري ويندا آهن.

لوسيءَ کي آس پاس جي هر شئي کي غور سان ڇنڊڻيندو ڏسي اجنبيءَ هڪ شيطاني ٽهڪ ڏنو:

”پلي هر شئي کي جاچي چڏ ميڊم، پــر ياد رک هتي ڪوئي تنهنجي رڙ بــہ نـہ ٻڌي سگهندو ۽ نہ ئي ڪو هن ويراني ۾ تنهنجي واهر لاءِ ايندو.“

”پــر توں آهين ڪير.؟“ لوسي پڇيو. ”آخر مونسان ڪهڙو ورتاءُ تو ڪرڻ گهرين.؟“

”ڪجهہ بہ نہ ميڊم.“ اجنبيءَ ساڳي کهرائي سان چيو. ”مون کي تــہ فقط اها رقم گهرجي جيڪا جنهنڪ اڄ رات تنهنجي يار شيمني کي ـــ يا توکي ـــ ڏني آهي، بس ٻيو ڪجهہ نہ گهرجي ۽ ياد رک تــہ هر قيمت تــي آءٌ اها رقم ضرور حاصل ڪندس.“

”پر اسان وٽ تہ اهڙي ڪابہ رقم ڪانهي، جنهنڪ وٽ هئي يا نہ پر اسان تہ ڏني بہ نہ آهي.“

اجنبيءَ لوسي کي پاڻهن کان ورتو ۽ اندر مڪان ۾ داخل ٿيڻ لڳو. ”خير، ٿي سگهي ٿو شيمني توسان ڪوڙ ڳالهايو هجي يا تو شيمني کان ڳالهہ لڪائي هجي، پر ايتري خبر اٿم تہ شيمني کي توسان محبت آهي.“

”توں ائين نہ سمجهہ تہ توں مون کي اذيت ڏئي شيمني کي مجبور ڪري سگهندين.“

”خير.“ هــو لوسي کــي ساڳي طــرح ڇڪيندو ويو. ”ڪوشش ڪري ڏسڻ ۾ ڪهڙو حرج آهي.“

اهڙي طرح هو لوسي کي گهليندو آخرڪ ڪمري جي آڏو اچي بيٺو جنهن جي هڪ دري ٻاجهي پٺي هئي ۽ صاف ظاهر هو تہ اها دري جاءِ جا مالڪ بند ڪري ويا هئا مگر

هن شخص پنهن دروازن سان گڏ اها دري بہ پڇين جاء تي قبضو ڪيو آهي. اني اجنبيءَ حڪم ڏنو:

”هن دريءَ سان اندر داخل ٿي وڃ، جلدي ڪر، تنهنجي هڪ ٻي ساهيڙي اڳ ئي اندر موجود آهي.“

لوسي هٻڪي بيهي رهي مگر اني نہ تہ ڪا ڀڄڻ جي واه هئي نہ دانهن ڪوڪ ڪرڻ جو ڪو موقعو. اجنبيءَ ڪبس هٻڪندو ڏسي هن جي ڪلهي کان جهلي ڌڪو ڏنو. ”جلدي.... سون وٽ ايترو وقت نہ آهي.“

لوسي ڪونگڙي ٿي جيئن تيئن ڪري انهيءَ پڳل دريءَ مان لنگهي اندر ٿي. اجنبيءَ هڪ تيز روشني واري ٽارچ ٻاري هٿ ۾ جهلي هئي، هو پڻ ساڳي دري ٽپي اندر آيو. ڪمري ۾ پهچي هو وري لوسي جي ٻانهن جهلي هن کي هڪ تهہ خاني جهڙي ڪمري ڏانهن گهلڻ لڳو جنهن جو دروازو اڳ ئي کليل هو. هيٺ وڃڻ لاء هڪ ننڍڙي ڏاڪڻ ٺهيل هئي. هو ٻئي تهہ خاني ۾ پهتا ۽ اجنبيءَ ٽارچ جي روشني ان ڪمري ۾ چوطرف ڦيرائي تہ لوسي ڏٺو ان تهہ خاني ۾ ٻي نڪا دري هئي نہ دروازو ۽ نہ ئي هوا جي نيڪال جو ڪو رستو سواء انهي ڏاڪڻ جي جنهن تان لهي هو هيٺ آيا هئا. اجنبي لوسي کي چيو:

”هاڻي هتي ويهہ ۽ نهايت اطمينان سان پنهنجي يار شيني ڏانهن چٺي لک تہ هتي ڇا صورتحال آهي ۽ جي سون کي رقم نہ ملي تہ تنهنجو ڪهڙو حشر ٿيندو. چٺي لکي وٺ تہ پوءِ آءٌ تو کي چوڪنيو ٻڌي هتي ڇڏي ويندس تہ

جيئن پنهنجي ساهيڙيءَ سميت هتي سڙندي رهين.“
ايئن چئي هن ٽارچ جي روشني ڦيرائي ته لوسيءَ کي هڪ ڪنڊ ۾ پيل هڪ ٻي عورت نظر آئي جنهن جي هٿن پيرن سان گڏوگڏ وات به نهايت سختيءَ سان ٻڌل هو.... اها روزي هئي.!
”ڪيئن ٿي پائيين.؟“ اجنبي شيطاني مرڪ سان لوسي ڏانهن نهاريندي چيو. ”هيءَ هتي شام ڪان قابو آهي مگر هيتري پوسٽ هوندي به اڃا زنده آهي، خير هاڻي اوهان ٻنهي جي وات سان نڪرندڙ ڪاربان ڊائي آڪسائيڊ اوهان ٻنهي کي پوساٽي مارڻ لاءِ ڪافي ٿيندي، هاڻي پاڻ پنهنجي انجام تي غور ڪريو.“
لوسي هن کي ايلاز ڪندي رهي سمجهائيندي رهي ته رقم هنن وٽ نه آهي پر هو هن کي تيئن وڌيڪ هيسائيندو رهيو. لوسي لاءِ ان کان سواءِ ٻيو ڪو رستو نه رهيو ته هوءَ هن جي حڪم جي تعميل ڪري. نيٺ هن ڪانئس ڪاغذ ۽ قلم ورتو ۽ هڪ پٿر تي ويهي ٽارچ جي روشنيءَ ۾ شيني ڏانهن پيغام لکڻ لڳي....
ظاهر هو ته جي اجنبيءَ کي گهربل رقم نه ملي ته هي ٻئي ساهيڙيون هڪ ٻئي کي، فقط ڏسندي ئي گهٽي مري ٿيون وڃن.!

(۱۳)

ٽم جي اخبار ”ڊيلي نيوز“ شام جي اخبار هئي ان

ڪري رات جي وقت اتي گهٽو گوڙ گبوڙ نہ هو. تہ ۾ شيني اخبار جي دفتر ۾ داخل ٿيا تہ ايڊيٽر سندن آءُ ڀڳت ڪئي. تہ ڪانئس نئين تازي خبر پڇي تہ هن ٻڌايو تہ اپسمنڊ ۾ ڪرنڊڙ ڪار واري شخص بابت ڪو نئون اطلاع نہ مليو آهي سواءِ ان جي تہ ڪو اوپرو ماڻهو هن جي رستي تي ڪرندي ڏي ڪٿي هليو ويو ۽ نہ هو ڪنهن اسپتال ۾ داخل ٿيو آهي ۽ نہ ڏي ڪنهن ان واقعي جي ڪا رپورٽ لکائي آهي، اها غرق ٿيندڙ موٽرڪار بہ چوري ڪيل هئي ۽ اها بہ ٽڪسي جي خون واري واردات وقت گهٽي نمبر ۱۸- مان ئي چورائي وئي هئي، پوليس ڪار سميت غرق ٿيندڙ چوڪريءَ جي ڪپڙن مان هوٽل جي ڪمري جي هڪ چابي هٿ ڪئي آهي ۽ تنهن بعد هوٽل تي وڃي چوڪريءَ جي مڙس جو ڪار لائسنس نمبر هٿ ڪيو آهي پر اڃا ان ڪارجي گولا نہ ڪئي اٿن... (يا جي معلوم ڪيو اٿن تہ اها ڪار شيني جي آهي تہ بہ ظاهر نہ پيا ڪن.)

ارادي مطابق تہ شيني کي دفتر جي انهيءَ ڪمري ۾ وٺي آيو جنهن ۾ اخبارن جا فائل رکيا هئا. تہ اخبارن جو هڪ ٿلهو فائل ڪٿي شيني جي حوالي ڪندي چيو:

”تون هن هفتي جي هن فائل ۾ اها خبر تلاش ڪر تہ آءُ گذريل هفتي جي فائل کي ٿو ڏسان. مون کي خاطري آهي تہ ٻورتي ۽ اسي هزار ڊالرن وارو قصو سون اخبار ۾ ڏي ڪٿي پڙهيو ضرور آهي.“

ان بعد هو ٻئي ڄڻا اخبارن جو هڪ هڪ پنو اٿلائيندا

اها خبر تلاش ڪندا رهيا، ٿوري دير بعد ٽم رڙ ڪئي:
”اڇهو شيني، هڪ خبر ته هيءَ آهي، ٻڌ: — 'اڄ هتي ٻئٽن روگ جي علائقي ۾ (جو نيو آرلينس ۽ ميامي جي وچ ۾ آهي) هڪ افسوسناڪ حادثو ٿيو جڏهين هڪ موٽرڪار جنهن ۾ پوليس جا ٻه آفيسر ۽ هڪ سزا مليل قيدي ويٺل هئا هلندي رستي تان تيز ڪاٺي لڙهي پر واري سواشي نديءَ ۾ ڪري پئي جا رستي ڪان ٽيهارو فوٽ هيٺ آهي. پوليس عملدار انهيءَ قيديءَ کي آرلينس کان ميامي جي وڏي جيل خاني ڏانهن وٺيو پي آيا. جيئن ته نديءَ ۾ ان وقت زبردست چاڙهه هو ان ڪري هنن کي پاهر ڪيڻ جي ڪارروائي نه ٿي سگهي ۽ انهن ٽنهي شخصن توڙي ڪار کي اڄ دير تائين پاڻي مان نه ڪڍيو ويو آهي. اهو يقين ٿي ويو آهي ته اهي ٽئي شخص ختم ٿي چڪا آهن. انهن مان هڪ شخص پوليس جو جاسوس مارڪ سوزر هو ۽ ٻيو نيو آرلينس پوليس جو آفيسر پارادين هو. سندن قيديءَ جو نالو ايلبرسن آهي جنهن کي تازو ٽي هڪ بئنڪ جي رقم ڦٻائڻ جي ڏوهه ۾ جنم ٽيپ ملي هئي ۽ انهيءَ ڪار ۾ ڪيس ميامي جي وڏي جيل ڏانهن نيو پي ويو. واضح رهي ته جن اسي هزار ڊالرن جي ڦٻائڻ جو ڏوهه ايلبرسن تي ثابت ٿيو آهي تنهن مان اڃا هڪ پئسو به هٿ نه اچي سگهيو آهي'.“

”ٻڌ شيني، هاڻي مون کي ياد آيو، انهيءَ واقعي بابت ٻي ڏينهن جي اخبار ۾ وڌيڪ تفصيل ڇپيا هئا.“ ائين چئي ٽم اخبار جا پنا اٿلايا ۽ هڪ خبر ڏسي پڙهڻ لڳو:

”پارادين ڪار هلائي رهيو هو ۽ مارڪ سوزر پوئين سيٽ تي هٿڪڙيون لڳل قيدي ايلڊرسن سان گڏ ويٺل هو. نديءَ جو چاڙهه گهٽجڻ بعد پوليس ڪار کي پاڻيءَ مان ڪڍيو ته فقط ڪار ۽ پارادين مليا باقي جاسوس سوزر ۽ قيدي ايلڊرسن جو پتو نه پيو. پوليس کي يقين آهي ته هنن ٻنهي جا لاش پاڻيءَ جي تيز وهڪري ۾ لڙهي ويا آهن.“

”معاملو خبر ناهي ڇا آهي.“ شيني گهگهي آواز ۾ چيو: ”هن ڇوڪريءَ مون کي ٻڌايو ته هو نيو آرلينس کان آيل آهي ۽ پنهنجي مڙس سان اڄ رات ٽي ملڻ جو پروگرام اٿس، مون هن کي هوٽل ۾ وڃي ڇڏيو ۽ پوءِ ڇا ٿيو سا توکي سڄي خبر آهي هوڏانهن هڪ شخص فون ڪئي ته اسي هزار ڊالر مون وٽ آهن ۽ جي اچي هن کي نه ڏيندس ته خراب نتيجا نڪرندا. تون اهو به ته ياد ڪر ته جڏهن لوسي کي ٻڌايو هو ته کيس ڪنهن مُردي گولي هنئي آهي! ۽ اها ڇوڪري الائي ايلڊرسن جي ٿي زال هئي يا ڪا ٻي.!؟“

”۽ اهو به ياد ڪر ته اجنبيءَ فون تي توکي ٻڌايو هو ته هو ٻورڙي کي ٻڌائي چڪو آهي ته سندس مڙس ايلڊرسن کي تو قتل ڪيو آهي، پر هن خبر مان معلوم ٿئي ٿو ته ايلڊرسن ٽي ڏينهن اڳ غرق ٿيو آهي سو به ڪار جي نديءَ ۾ ڪرڻ جي باعث.“

”برابر.“ شيني بيزار ٿيندي چيو. ”۽ ان ڇوڪريءَ جنهن لاءِ خبر ناهي ته ٻورڙي ٿي آهي يا ڪا ٻي، مون کي گهٽي نمبر ۱۸- تي ٻڌايو ته سندس مڙس به ڏينهن اڳ هن

ڪي فون ڪئي ۽ هن ڪي اتي اڄ رات ملڻ جو وقت ڏنو.... هاڻي مهرباني ڪري وڌيڪ تفصيل پڙهه ته شايد ڪٿي ايلڊرسن جي زال جو به ڪو ذڪر هجي.“

تم وري پنو اٿلائي تفصيل ڏنا. ”اڇهو، ايلڊرسن ۽ سندس زال جو به نالو لکيل آهي يعني ڊورٿي، مسز ايلڊرسن! هن تو کي فون تي رقم گهرڻ وقت ان ڇوڪريءَ جو نالو ڊورٿي- ايلڊرسن جي زال- ٻڌايو هو يا نه.؟ چڱو هاڻي ڏس ڇا لکيل آهي:

”جڏهن ايلڊرسن جي خوبصورت زال ڊورٿي کي فون تي اهو اطلاع ڏنو ويو ته هوءَ اوچتگارون ڏئي روئڻ لڳي. واضح رهي ته ڊورٿي سموري مقدمي جي دوران پنهجي مڙس کي بچائڻ جي پوري ڪوشش ڪئي هئي ۽ دانهون ڪيون هيون ته هو نهايت غريب آهن ۽ وڪيل به نٿا ڪري سگهن. خبر پڌي هن اوچتگارون ڏيندي رڙيون ڪيون هيون ته پوليس جي ايلڊرسن سان عداوت هئي ۽ هڪ سوچيل سمجهيل منصوبي موجب هن کي قتل ڪيو ويو آهي.“

”پانيان ڏو اهو ڪار جو حادثو ڪنهن منصوبي تحت ٿيو آهي، ان ۾ ايلڊرسن جو ئي ڪو مقصد هو شايد.“ شيني چيو.

”يعني تنهنجو مطلب آهي ته هن هٿ وٺي اهو حادثو ڪرايو ته جيئن فرار ٿي سگهي.؟“

”ڪا اهڙي نشاني به نه نٿي ملي جنهن مان معلوم ٿئي ته حادثو اتفاقي ٿيو آهي. نديءَ وارو رستو بالڪل صحيح

سبتو رستو آهي ۽ انسي آمدرفت جي گڙدي بہ نہ هوندي آهي."

"چڱو پلا." شيني آرام سان ڪرسيءَ تي ويهندي چيو.
"سمجهہ ڪٿي تہ ايلڊرسن ان حادثي جو فائدو وٺي پاڻ بچائي ويو ۽ وچي ڊورٿي سان فون تي ڳالهائي هن ڪي اڄ رات گهٽي نمبر ۱۸ - ۾ ملڻ جو پروگرام ڏنائين، تڏهين پلا جڏهن ڪ ۽ ان ڇوڪري تڪسي جو هن معاملي سان ڪهڙو واسطو.؟ ڇا مون کي فون ڪري رقم گهرڻ وارو شخص خود ايلڊرسن هو.؟"

"جي ايئن ٿا سمجهون تہ پوءِ چئبو تہ هن پاڻ پنهنجي زال کي هوٽل تان ڪٿي پڌي موٽر جي ڊڪي ۾ وڌو جنهن ۾ هوءَ گهٽي مري وئي.؟"

"تي سگهي ٿو تہ هن ڪي پنهنجي زال مان جند ڇڏائڻي هجي ۽ سچي رقم جو واحد مالڪ بنجڻ جو ارادو هجي."
"پر هن تہ سائنس ملڻ جو پروگرام رٿيو هو.!"
"سو تہ ان ڇوڪريءَ پاڻ چيو هو جڏهين تہ اسين اڃا اهوئي طي نہ ڪري سگهيا آهيون تہ اها ڇوڪري ۽ سندس زال ڊورٿي هئي يا ڪا ٻي. اهو سوال بہ اڃا موجود آهي تہ جنڪ جو انهن سان ڪهڙو واسطو هو.؟ هاڻي هيئن ڪر ته، نيو آرلينس جي ڪنهن ڪار جو فائل ڪيڍي ڏس شايد انهن اسي هزار ڊالرن جي ڪا وارتا ملي پوي. تي سگهي ٿو ايلڊرسن ۽ سندس زال جون ڪٿي تصويرون هجن."
"ٺيڪ آهي، اٽڪل هڪ مهنو اڳ جو فائل ڏسٿو

پوندو. ڏسجي ٿو هن بيان ۾ ڪا تاريخ ڏنل هجي.... نه، هتي ڪا تاريخ ڇپيل ناهي، پر مهينا اڳ جون اخبارون تا ڏسون."

ٽم اخبارن جا فائل ڦلهورڻ ۾ لڳي ويو ۽ شهني ڪرسي ۽ ٽي ٽيبڪ ڏيو ويٺو انهن ڳالهين تي ڳڙ ڳوت ڪندو رهيو جيڪي هيستائين پيش اچي چڪيون هيون يا هن بعد پيش اچي سگهيون ٿي.

جيڪا حقيقت اڃا هن کان پوشيده هئي سا هئي ايلڊرسن ۽ سندس زال، جنهڪ ۽ انهي ۽ گهٽو ڏئي قتل ڪيل ڇوڪري ٽڪسي جو هڪ ٻي سان تعلق ۽ ان تعلق جي نوعيت.

هڪڙو تعلق، جو ڪجهه غير اهم ٿي سهي، معلوم ٿي ٿي چڪو هو ته جنهڪ ٽوڙي ايلڊرسن ٻئي نيو آرلينس کان آيل آهن ۽ اها ٻورني، جي واقعي ايلڊرسن جي زال هئي، هي ۽ دعوي ڪري چڪي هئي ته سندس مڙس ڪيس اتي ٿي گهٽي نمبر ۱۸ - جي انهي ۽ ٿي عمارت جي سامهون ملڻ جو پروگرام ڏنو هو جنهن عمارت ۾ ٽڪسي قتل ٿي هئي، ۽ هي جو واردات واري ڪمري مان لوسي جي سرنامي جي چٺڪي هٿ آئي هئي تنهن مان اهو ته ضرور معلوم ٿيو ٿي ته جنهڪ ظاهراً اهو شخص هو جنهن لاء سمجهيو وڃي ٿو ته ٽڪسي ۽ ڪجهه هفتن لاء هن کي پنهنجي ڪمري ۾ لڪائي رکيو هو.

ٽم وري اخبارن جو هڪ ٻيو بنڊل کڻي آيو. "ملي وئي اها اخبار." چوندو هن فائل مان اها اخبار هٿ = ي پڙهڻ شروع ڪئي. هي ۽ ايلڊرسن جي خلاف ٿيندڙ ڪاروائي

بابت شروعاتي خبر هئي:

”پوليس بئنڪ جي نوجوان ملازم ايلبرسن کي گرفتار ڪيو آهي ته جيئن هن کان اسي هزار ڊالرن جي ان رقم بابت پڇا ڳاڇا ڪئي وڃي جا بئنڪ کان ايٽلس ڪنسٽرڪشن ڪمپني ڏانهن نيندي هن غائب ڪئي هئي. چوري جي جاچ ڪندڙ پوليس ڪپتان ايلن جو چوڻ آهي ته ايلبرسن تي اڃا فرد جرم عائد نه ڪئي وئي آهي، پڇا ڳاڇا مان اهڙي پڪي ثابتي ملڻ بعد ئي هن تي فرد جرم عائد ٿيندي...“

”اڙي يار مون کي پوليس جي انهن ٽرڊ ڪلاس طريقن جي خبر آهي جي هو ڏوهاري کان سچ ڪرائڻ لاءِ اختيار ڪندا آهن.“ ٽم چڙ ڏيکاريندي چيو. ”تون اڳتي پڙهه.“ ٽم اڳتي پڙهڻ لڳو:

”ايلبرسن جو بيان آهي ته هو بئنڪ جي هدايت موجب اها رقم کڻي مذڪوره ڪمپني کي پهچائڻ لاءِ صبح جو ڏهين بجي بئنڪ مان نڪتو. جڏهين بئنڪ جي عمارت جو اڌ حصو اڪري چڪو ته هڪ ڪاري رنگ جي سيڊان ڪار هن جي ويجهو اچي بيٺي ان مان ٻه شخص لهي آيا ۽ نهايت ڦڙتائي ۽ تيزيءَ سان هڪ ڳوڻ سندس مٿان وجهي هن کي ان ۾ بند ڪري ڪار ۾ وجهي کڻي ويا (ان حقيقت جو بهرحال پوليس کي ڪو عيني شاهد نه مليو آهي). ايلبرسن جي بيان موجب هن کي سخت مارڪٽ ڪئي وئي تانجو هو بيهوش ٿي ويو ۽ جڏهين هوش ۾ آيو ته پاڻ کي شهر جي

حدن کان ٻاهر هڪ وڏي رستي تي پيل ڏناڻين ۾ رقم وارو ٿيلهو غائب هو. ان وقت ٽپهريءَ جو وقت هو. اتان اتي هن پوليس هيڊ ڪواٽر تي فون ڪري ان واردات جو اطلاع ڏنو. ايلبرسن کان سخت پڇا ڳاڇا ٿي آهي پر هو پنهنجي بي گناهه هئڻ تي زور ڀڏي بيٺو آهي جڏهين ته پوليس هن جي بيان کي ڪوڙو قصو سمجهي ٿي...." اڳتي لکيل آهي.... "هڪ پريس عيوضي جڏهين انهيءَ جاءِ تي ويو جنهن ۾ ايلبرسن ۽ سندس ساٿي جئڪ برسٽو گڏ رهندڙ هئا، ته هن کي اتي ڪير به نه مليو. پاڙي وارن کان هن کي معلوم ٿيو ته ايلبرسن ۽ سندس زال ٻورٿي اسپتال ۾ آهن جتي ٻورٿي جو اپينڊڪس جو هڪ آپريشن ٿيو آهي. پاڙي وارن ان اخباري عيوضيءَ کي اهو به ٻڌايو ته ايلبرسن صفا جوکو هو ۽ زال جي بيماري جي خرچ پکي بابت سخت پريشان رهندو هو...."

"هون.!" شيني ڪجهه اطمينان محسوس ڪندي چيو. "تڏهين چئبو ته جوکو هئڻ سبب ئي هن اها رقم نڳائي ۽ پيو ته جڏهين اهو ڏوهه ڪياڻين تڏهين اهو جئڪ برسٽو هن سان گڏ رهندڙ هو. هاڻي مڙئي ڳالهه ڪجهه ٺهڻ لڳي آهي، خير اڳتي پڙهه...."

ٽم ٻيهر ڏينهن جي شماري ۾ ڏنل ڪهاڻي ڏسڻ لڳو.

"اجهو هتي ايلبرسن ۽ سندس زال جي تصوير به ڏنل آهي ۽ هڪ تصوير جئڪ جي به آهي. ڏس شيني."

شيني اتساهه سان ٽپ ڏئي اٿيو ۽ ڇپيل ٽنهي تصويرن

کي غور سان ڏسڻ لڳو.

”هون، هون، پڪ سان نتو چئي سگهجي.“ شيني تصويرن ۾ نهاريندي چيو. ”ڏس نه، جڳ جي تصوير تہ سجاڳڻ ۾ ڏي نہ پئي اچي، خير بعد جي خبر ڏس تہ جڳ پوليس سان سچي ڪئي يا نہ.“

”ها.“ ٽم چيو. ”هن خبر جي تفصيل موجب هن پهرين تہ سچي ڪئي آهي پر پوءِ هو بي ڏينهن پنهنجي بيان تان ڦري ويو ۽ نئون بيان هي ڏنائين تہ هن سان گهڻي سختي ڪري اهو بيان زوريءَ ورتو ويو آهي ۽ مٿس ايتري سختي ڪئي وئي آهي جو جيڪر پنهنجي زال جي قتل جو اقرار ڪرڻ تي بہ مجبور ٿي پوي ها، پر پوليس کي بهرحال هن جي ڏوهي هئڻ جي پوري خاطري آهي ۽ هو کيس آزاد ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهن.... ها اڪيتي بيو بيان آهي تہ.... پوليس انهيءَ جڳ برسٽو کي بہ پڇا ڳاڇا لاءِ هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر هو هٿ نہ اچي سگهيو آهي روپوش آهي!.

ايلبرسن پوليس کي ٻڌايو تہ واردات جي ٻئي ڏينهن جڳ بنان ڪجهہ ٻڌائڻ جي پنهنجو سامان ڪٺي وٺائنس هليو ويو، هو ڪجهہ وقت کان بيروزگار هو ۽ مٿس مسواڙ بہ بقايا هئي جنهن لاءِ هو (ايلبرسن) کيس تنگ ڪندو رهندو هو شايد ان ڪري ئي هو جاءِ ڇڏي ويو ۽ پوليس وٽ هن جي هن واردات ۾ شامل هئڻ جو ڪو جواز ڪونهي البت هن کان هڪ شاهد جو ڪم وٺڻ لاءِ هن جي ڳولا ڪري رهي آهي....“

”۽ پوءِ جڏهن اها رقم جي نه ملڻ جي ڪهاڻي ڇپجي هوندي.“ شيني پڇيو.

”ها.“ ٽم اخبار جا پنا اٿلائيندي چيو. ”پوليس جي گولا جي باوجود نه رقم هٿ آئي آهي نه جڏهن جو پتو پيو آهي، جڏهين ته پوليس جڏهن کي معاملي ۾ به شامل نه پئي سمجهيو.“

”پر يار.“ شيني چيو. ”هاڻي تصوير جو هڪڙو رخ ته صاف ٿيو آهي، بئنڪ جي رقم غائب ٿيڻ جو واقعو ٿئي ٿو، ٻي ڏينهن جڏهن پنهنجي جاءِ تان غائب ٿئي ٿو، تنهن کان هڪ هفتو پوءِ ٽڪسي نالي ڇوڪري ميامي ۾ اچي هڪ ڪمرو مسواڙ تي وٺي رهي ٿي ۽ ان ۾ هڪ مرد کي به لڪائي رکي ٿي، ايلڊرسن تي رقم هڙپ ڪرڻ جو الزام ثابت ڪيو وڃي ٿو ۽ ان بعد هو يا قتل ڪيو وڃي ٿو يا پاڻ بچائي روپوش ٿي گذاري ٿو. اهو واقعو ٿي ڏينهن اڳ ٿئي ٿو. وري اڄ رات ايلڊرسن جي زال ميامي ۾ وارد ٿئي ٿي هن سان انهيءَ ئي جاءِ وٽ ملڻ لاءِ جنهن جي هڪ ڪمري ۾ جڏهن روپوش ٿي رهندڙ هو، مگر، ٽڪسيءَ کي انهيءَ ڪمري ۾ قتل ڪيو وڃي ٿو ۽ جڏهن کي اتي ئي ڪٿي آس پاس ۾ پيٽ ۾ گولي لڳي ٿي جو بعد ۾ لوسيءَ جي گهر پهچي ٿو جتي ڪو شخص لڪي ڇپي اچي هن کي به قتل ڪري وڃي ٿو، تنهن بعد مون کي ڪو ماڻهو فون ڪري اسي هزار ڊالرن جي گهر ڪري، ٿو جي هن جي چوڻ موجب جڏهن وٽ هئا... هاڻي، هيستائين معاملي جون اهي

ڪڙيون مليون آهن، ڀلا تون انهن ڪڙين کي ڪيئن ٿو هڪ ٻئي سان ملائين؟"

"منهنجو اهو خيال آهي ڇا ته جنڪ ٿي ايلبرسن کان اها رقم ڏاڙو هڻي ڦري آهي ڇاڪاڻ جو ڪيس خبر هوندي ته ايلبرسن بئنڪ مان اها رقم ان ڪمپني ڏانهن ڪٺي وڃڻ وارو آهي؟ ۽ ايلبرسن جنڪ کان اها رقم واپس هٿ ڪرڻ لاءِ ڪنهن طرح سان پوليس کان پاڻ ڇڏائي جنڪ جو پيڇو ڪندو رهيو؟"

"آهه ته ائين ٿو سمجهان ته هو ٻئي ان رقم جي چوريءَ ۾ برابر جا شريڪ آهن، ايلبرسن اها رقم جنڪ جي حوالي ڪئي هوندي ته جيسين هو پاڻ مقدمي مان آزاد ٿي اچي تيسين رقم جنڪ وٽ رهي پر پوءِ ايلبرسن کي سزا اچي وئي ۽ جنڪ جي نيت بگڙي پئي ـــ ها البت هڪ ڳالهه جي اجها خاطري ڪرڻي آهي، اها هيءَ ته جيڪا چوڪري ڪار جي ڊڪيءَ ۾ بند ڪئي وئي جنا بعد ۾ اپسمند ۾ غرق ٿي سا واقعي ايلبرسن جي زال ڊورٿي ٿي هئي يا ڪا ٻي؟"

"هاـ ڪاش پاڻ وٽ ڪو اهڙو ماڻهو هجي جو ڊورٿي جي سڃاڻپ ڪري سگهي...." ائين چئي ٽم سوچ ۾ پئجي ويو.

"هڪڙو رستو ته آهي ٽم، انهيءَ "هئي يا نه" مان هڪڙي حصي يعني "نه" جي ته خاطري وٺي سگهجي ٿي."

"ڪيئن؟"

”اخبار جي وارتا موجب ايلبرسن جي زال جو اپينڊڪس جو آپريشن ٿيو آهي ۽ ٿي سگهي ٿو ايلبرسن ان جو خرچ پورو ڪرڻ لاءِ رقم چورائي هجي. سو پاڻ سرڪاري مرده خاني ۾ هلي قتل ٿيل ڇوڪريءَ جو لاش ڏسي آپريشن جو نشان ڏسي سگهون ٿا.“

”پر تون ته ڪيس زنده حالت ۾ ڏسي چڪو آهين ۽ اخبار واري تصوير مان تو هن کي سڃاتو ڪونه.“

”پر مون سندس اگهاڙو جسم ته ڪونه ڏٺو نه، جي هوءَ ايلبرسن جي زال ٿورئي آهي ته هن جي جسم تي آپريشن جو نشان هوندو جي نه ته اها ڪا ٻي ڇوڪري آهي.“

”هل ته اچ ته هلون ٿو شيني، هنن حالات ۾ آءٌ تو کي جينٽري وٽ وڃڻ نه ڏيندس.“

”اسان وٽ اڃا وکر ڪيترو آهي جو جينٽري وٽ هلنداسين.“ شيني وڏيون وکون کڻندي ٽم سان گڏجي ٻاهر نڪرندي چيو. ”هن حالات ۾ ته هو اسان کي جيل ۾ موڪلي ڇڏيندو بيو ڇا ڪندو.“

(۱۴)

جاسوس مائڪ شيني ۽ اخبار جو عيوضي ٽم، مرده خاني ۾ پهتا ته اتي فقط هڪڙو ملازم ڊيوٽي تي هو جو هڪڙي بينچ تي ويٺو جهوٽا کائي رهيو هو. روشني جهڪي ٿيل هئي. شيني ۽ ٽم جي قدمن جو آواز ٻڌي هو ڇرڪ ڀري

اٿيو ۽ پنهنجي منهن ۾ پڻ پڻ ڪرڻ لڳو. ”اڇو سائين، اڄ اوهان کي هڪ مهني ڪانپوءِ هتي ڏنو اٿم پر اڄ ته هتي ڪا اهڙي چيز ناهي جا اوهان جي ڪم جي هجي.“

”اڄ هتي ان ڇوڪري جو لاش آندو ويو آهي جا ان ڪار جي ڏڪيءَ مسان ڪيڏي وڏي جا اپسمنڊ ۾ ڪري پئي هئي.“

”ها، تازو لاش ته اهوئي آهي. اوهين ان جي سڃاڻپ ڪرڻ آيا آهيو.؟“

”بس ان کي هڪ نظر ڏسندس.“

”ته توهان کي هتي جي قاعدن جي خبر هوندي سائين. هي ڪارڊ وٺو ۽ ڀري ڏيو.“

شيني ۽ ٽم ڪارڊ وٺي ڀري ڪري ڏنو. ملازم پنهنجو ڳنجو مٿو کنهندي چيو. ”ڏسان پيلا، هان ٺيڪ آهي، جهڙوڪر اوهان جا نالا ڪٿي ٻڌا اٿم ۽ تصويرون اخبارن ۾ ڏٺيون اٿم.“

”ڇونه ڇونه.“ شيني چرچو ڪيو ”آءٌ آمريڪا جو صدر آئزن هاور آهيان ۽ هي نيويارڪ جو ميئر آهي، هاڻي ٻڌاءِ ته لاش ڪهڙي ڪمري ۾ آهي.؟“

”حضور صدر صاحب! لاش ڪمري نمبر ۳ ۾ آهي. مون ته اڳ ئي چيو نه ته اوهان جون تصويرون اخبارن ۾ ايندڙيون آهن.“

شيني نڪ کي موڙو ڏيندو ٽم کي وٺي ڪمري نمبر ۳ ۾ داخل ٿيو. ان ننڍي ڪمري ۾ گهرگاڏڙ ٽڪار هئي

۽ جينٽوئيڪ سڄو ڪمرو بيحد صاف سٿو ۽ ايئرڪنڊيشنڊ هو تہ بہ ان ۾ انساني لاشن جي هڪ عجيب بوءِ واسيل هئي. ڪمري جي وچ ۾ ٻہ ميزون رکيل هيون ۽ هڪ طرف ٻہ وڏيون الماريون رکيل هيون جن جو هرهڪ خانو ڇهہ فوٽ ڊگهو ۽ ٽي فوٽ ويڪرو هو ۽ هرهڪ خاني تي نمبر لڳل هو. شيني هڪ ڊگهو ساهہ کڻي هڪڙو وڏو خانو ڇڪي ورتو. ان ۾ اڇي ڪپڙي ۾ ويڙهيل انهيءَ ڇوڪريءَ جو لاش رکيل هو جنهن کي هن آخري ڀيرو ان وقت ڏٺو هو جڏهين هو جهڪ جو لاش کڻي وٽس هوٽل تي آيو هو.... هن جو جسم، هن جون اکيون، هن جو چهرو ۽ هن جا چپ پڌائي رهيا هئا تہ هن کي ڳچيءَ ۾ ڦندو وجهي گهٽي ماريو ويو آهي. شيني ڪپڙو هٽائي ڏٺو تہ لاش جي پيٽ وٽ وڍ ڪٽ جو نشان ڏسي برابر هو پر اهو ڪنهن بہ طرح اپينڊڪس جي آپريشن جو نشان نہ ٿي سمجهہ ۾ آيو.

”نڌهين هي لاش ڊورٿي جو نہ آهي، ڊاڪٽرن هن جو پوسٽ مارٽم ڪرڻ وقت ڪا بہ ڳالهہ معلوم ڪرڻ لاءِ هن جو پيٽ چيريو آهي. (لاش انهيءَ ئي ڇوڪريءَ جو آهي جا ٽڪسي جي قتل جي واردات وقت شيني کي گهٽي نمبر ۲۸ ۾ ملي ۽ ڀاڻ کي مسز پيٽر ظاهر ڪيو. تنهن جي معنيٰ تہ ايلڊرسن جي زال ڊورٿي اڃا ڪا ٻي عورت آهي.)

”برابر، هيءَ ڊورٿي نہ هوندي منهنجو بہ اهو خيال آهي.“ تہ چيو، هو ٻئي ڳالهيون ڪندا ٻاهر آيا. اتي هنن مسٽر جينٽري ۽ پوليس سرجن ڊاڪٽر مارڊن کي انهيءَ

گنجي ملازم سان ڳالهائيندي ڏٺو. شيني کي ڏسي جينٽري سخت تپندي هن کي چيو:

”مسٽر شيني.! لوسي ڪٿي آهي.؟ آءٌ هن کي هتي ئي ڏسڻ چاهيان ٿو.!“

”لوسي.؟“ شيني وٺ حيران ٿيڻ جو ڪو سبب نہ هو.

”هوءَ پنهنجي گهر آرامي هوندي.“

”آءٌ سمجهان ٿو توکي خبر هوندي تہ لوسي گهر تي موجود نہ آهي، جي آهي تہ فون ڇو نٿي کڻي.؟“ جينٽري جو آواز شينيءَ کي ڏکوئڻ وارو هو. هن بہ ڪجهہ کهرو ٿي چيو:

”مون کي خبر ناهي جينٽري، اڄ ڪلاڪ اڳ اسان هن کي گهر تي ئي ڇڏيو هو.“

”حيف آهي شيني.“ جينٽري جي آواز ۾ ساڳي ڪاوڙ هئي. ”جي تو ئي هن کي لڪائي ڇڏيو آهي تہ آءٌ ايمان سان ٿو چوان تہ تنهنجو لائسنس ضرور رد ڪندس. اسان کي هن وقت هن جي سخت ضرورت آهي ان لاءِ هتي اچي هوءَ هي لاش سڃاڻي ڏي تہ اهو جئڪ جي پيڻ روزي جو آهي يا نہ.؟“

”جئڪ جي پيڻ روزي جو لاش.؟“ شيني واڏڙو ٿي ويو. ”اوهين اهو ڪيئن ٿا چئو تہ روزي قتل ٿي وئي آهي.؟ منهنجي معلومات موجب هوءَ نيو آرلينس ۾ آهي.“

”تہ پوءِ اوهين هتي ڇا ڏسڻ آيا آهيو.؟ شيني توکي ڪوڙ ٻڌايا آهن، هاڻي جيڪا ڳالهہ يا جيڪو ڪم ڪرين

سو بالڪل واضح ھئڻ گھرجي.“

”ايئن نہ چئو جينٽري.“ تهمت جو جواب نہ ڏيڻ جهڙو ھوندي بہ ھن جينٽري کي ساڳي لهجي ۾ جواب ڏنو.

”جي واقعي لوسي غائب آھي تہ منھنجي لاءِ بہ تہ پريشاني جي ڳالھہ آھي.“

”تو مون کي اھو نہ ٻڌايو تہ آخر اوھين ھتي ڪھڙي مقصد سان آيا آھيو.؟“

”اسين اھو ڏسڻ آيا ھئاسين تہ اھا ڪا ٻي ڇوڪري تہ نہ آھي....“ شيني وري سرجن مارٽن کي مخاطب ٿيو. ”ڊاڪٽر، تو ھن جي پيٽ تي وڏ ٽڪ جو نشان ڏٺو آھي نہ.؟“

”اھو اپينڊڪس جي آپريشن جو نشان.؟ ھا، تہ پوءِ.؟“

”تہ واقعي اھو اپينڊڪس جي آپريشن جو نشان آھي! ڇگو ڊاڪٽر اھو ڪيترو پراڻو ھوندو.؟“

”اٽڪل ڇھہ مھنا اڳ جو ھوندو، پر مون کي اھو گمان نہ ھو تہ ان جو ھن معاملي سان ڪو واسطو ھوندو.“

ڊاڪٽر ڳالھہ پوري ڪئي تہ جينٽري شيني کان پڇيو:

”ڇا تون ديانتداري سان ٿو چوين شيني تہ اھا ڇوڪري جنڪ جي پيٺ روزي نہ آھي.؟“

”مون تہ ھن کي ڪڏھين ڏٺو ئي نہ آھي.“

”لوسي تہ ھن کي سڃاڻي سگھي ھا.“

”پر اوھان وٽ اھو سمجھڻ جو ڪھڙو سبب آھي تہ ھي لاش روزي جو ٿي سگھي ٿو.؟“

”هاڻي سوال پڇڻ جي بجاءِ سوالن جا جواب ڏيڻ لاءِ تيار رهه شيني.“ جينٽري حڪم جي انداز ۾ چيو ۽ پوءِ گنجي ملازم کي مخاطب ٿيو:

”ها ميان! تو ٻڌايو پي ته ڪي ٻيا ماڻهو به لاش ڏسڻ آيا هئا.؟“

”ها سائين.“ گنجي ڪارڊ ڏيندي چيو. ”هڪ شخص **البرٽ** رهنڊز گهٽي نمبر ۱۲- ميامي جو، ۽ ٽنهن بعد هڪ نوجوان عورت جا شايد ان البرٽ صاحب جي دوست هئي، هوءَ به ساڳي مقصد سان آئي هئي. پر هن اچا ڪارڊ تي نالو لکيو ٿي نه هو ته البرٽ ڪيس هڪدم پاڻهن کان جهلي ايئن چوندو ٻاهر وٺي ويو ته ڪيس لاش ڏسڻ جي ضرورت ناهي اهو هيلن جو نه آهي، بس سائين مون اهو ڏٺو ۽ ٻڌو.“ گنجي ملازم هيٺو پوندي ڳالهه پوري ڪئي. شيني اها ڳالهه ٻڌي بدحواس ٿي ويو ۽ اتامرو ٿي گنجي کان پڇيائين:

”جلدي ڪر، انهيءَ عورت جو حليو ته ٻڌاءِ.“

”اها هڪ خوبصورت عورت هئي، اٽڪل پنجويهن سالن جي، وار پورا هئس ۽ اکيون به شايد پوريون هئس....“

”ڪپڙا ڪهڙا پيل هئس.؟“ شيني جو چڻ ساهه منجهيل هجي.

”ڪارو اوني سوٽ پيل هوس سائين.“ شيني کي ياد آيو ته هو لوسي کي انهيءَ سوٽ ۾ گهر ڇڏي آيو هو! جينٽري هن کان سوال ڪرڻ وارو هو ته هو ان عورت جو حليو ڇو پيو پڇي پر شيني هن کي سوال ڪرڻ جو موقعو

نہ ڏنو ۽ گنجي ملازم کان سوال ڪيو:

”۽ انھيءَ البرٽ نالي واري شخص جو حليو تہ ٻڌاءِ.“

”اھو ھڪ اڌڙوٽ عمر جو ٿلھو ٺيرو شخص ھو، خاڪي سوٽ پيل ھوس ۽ ھيٺ بہ خاڪي ھوس جو سندس چھري تي ايترو جھڪيل ھو جو چھرو پوري طرح نہ سڃاڻي سگھجي، ڪجھہ پريشان پي ڏسڻ ۾ آيو، مون کي تہ اھو ٻڌايائين تہ ھو ڏسڻ آيو ھو تہ متان اھو سندس ڌيءَ جو لاش ھجي.“

جينٽري وري ڪو سوال پڇڻ تي ھو تہ شيني خود ھن کان ٻڪڙو سوال ڪيو:

”پھرين مون کي اھو تہ ٻڌاءِ جينٽري، تہ مياسي اپسہ ٻہ وڻان نوڪي کو اھڙو اطلاع تہ نہ مليو آھي تہ ان ڪار جي پاڻيءَ ۾ ڪرڻ کان اڳ ان جو ھلائيندڙ رستي تي ڪري پيو جنھن کي ڪو ٻيو ماڻھو کڻي ويو.؟“

”يعني اھا ڪار جنھن جي ڊڪيءَ ۾ ھڪ نوجوان عورت رسين سان ٻڌل ھئي ۽ جا ڪار جي پاڻيءَ ۾ ٻڏڻ ڪري فوت ٿي وئي.؟“

”ھا، اھائي ڪار.“ شيني جي اکين ۾ وحشت ھئي.

”برابر اسان کي اھو اطلاع مليو، پر اسان کي ان ”ڪچي ويندڙ“ ۽ ”کڻي ويندڙ“ جو اڃا پتو نہ مليو نہ ئي اڃا ڪنھن ان ڊرامي جي تصديق ڪئي آھي. تون ڪري سگھين ٿو ڇا.؟“

”ذاتي طور تي تہ مون ڪجھہ نہ ڏٺو آھي، البت تم

جي اخبار کي اهڙو اطلاع مليو آهي.“

جينٽري هاڻي شيني کان سوال ڪرڻ تي هو پر هن پنهنجو سگار دکائڻ لاءِ ڪجهه توقف ڪيو ته شيني ٽڪا ٽڪا قدم کڻندو ٻاهر نڪرڻ لڳو. جينٽري هن کي وڏي آواز ۾ سڏ ڪري روڪڻ جي ڪئي پر هو نه ترسيو ۽ دروازي تائين پهچي ويو. اتي جينٽري تيزي سان پنهنجي کيسي مان پستول ڪڍي ان جو رخ شيني ڏانهن ڪيو ۽ رڙ ڪئي:

”بيهي ره شيني! نه ته شوٽ ڪندوسانءِ.“

شيني جيتوڻيڪ دروازي تي ئي هو ۽ ٻنهي ڪنهن حادثي جي نڪري وڃي سگهيو ٿي مگر هن ترسڻ ئي مناسب سمجهيو. هن منهن ورائي جينٽري کي ڏٺو جو پستول تاڻيو بيٺو هو. شيني جينٽري جو رعبدار آواز اڳ به ٻڌو هو پر هي پهريون موقعو هو جو اهو آواز هن کي پنهنجي لاءِ به ٻڌڻو پيو. هن ڌيرج ڪندي جينٽري کي چيو:

”جينٽري تون نٿو چاهين ته تون ڇا پيو ڪرين! پاڻ هتي بيٺا آهيون ۽ لوسي هڪ قاتل جي قبضي ۾ آهي جيڪو به يا ته خون ڪري چڪو آهي، پستول رکي ڇڏي جينٽري!“

مگر جينٽري جي پستول جو رخ نه ڦريو بلڪ هن ساڳي طرح سخت آواز ۾ چيو:

”نه، بلڪ تو کي ۽ تم کي مونسان گڏ پوليس هيڊ ڪوارٽرس تي هلڻو پوندو ۽ هن معاملي بابت سڀڪجهه ٻڌائڻو پوندو، پوليس سڄو معاملو پنهنجي هٿ ۾ کڻندي،

اهو منهنجو حڪم آهي.!“

”۽ لوسي جو ڇا ٿيندو.؟“

”لوسي ٻين عورتن کان ڪا وڌيڪ اهم نه آهي، پوليس هن جي حفاظت ڪندي جيئن هر شهري جي ڪندي آهي.“

”جيئن انهن جي ڪئي وئي آهي جي قتل ٿي ويون آهن.؟“ شيني ڏند پيڙيندي چيو. ”تون نادان آهين جو سمجهين ٿو ته آءٌ تيستين هٿ تي هٿ رکي ويٺو هوندس جيستين لوسي جو لاش به هٿ پهچي وڃي.!“

”جي تو منهنجي حڪم تي عمل نه ڪيو ته اوهانکي جيل وڃڻو پوندو شيني، اها بهرحال اسان جي جوابداري آهي ته لوسي يا ڪا ٻي شخصيت ڪنهن به حادثي جو شڪار نه ٿئي شرط اهو آهي ته تون ڪو ناٽڪ نه ڪيڏين، هن وقت جي تون اسان سان سهڪار ڪندين ته چڱو لوسي جي ئي مدد ڪندين، آءٌ ميامي پوليس جو بالادست آهيان ۽ پنهنجي ڪاڻي ڪي تو جهڙن جاسوسن جي چراند جي باوجود بهتر طور تي هلائي رهيو آهيان.“

شيني ڪجهه دير رو پئجي ويو، هن کي جينڪري جي چهري تي سختي ۽ سنجيدگي ۾ ڪو فرق پوندو نظر نه آيو، هوڏ نهن لوسي کي سندس مدد جي سخت ضرورت هئي جنهن جي مقابلي ۾ هن کي پنهنجي لائسنس ٽوڙي ناموس جي به پرواه نه هئي. هن چيو:

”ٺيڪ آهي مسٽر جينڪري، پر بهتر آهي ته ڪو اترائتو قدم کڻون انهيءَ کان اڳ جو هڪ به وڌيڪ خون ٿي

وچن ۽ اچوکي رات خونن جي رڪارڊ رات هجي.“

(١٥)

ميامي پوليس جي اعليٰ عملدار جينٽري جي آفيس ۾ جاسوس مائڪ شيني ۽ ڊيلي نيوز اخبار جو عيوضي ٽم ويٺا آهن. شيني بيان ڏيندو ٿو وڃي ۽ هڪ اسٽينوگرافر لکندو ٿو وڃي. شيني پوري سنجيدگي ۽ ذمہ داريءَ سان بيان اکرائي رهيو آهي پر ڪڏهن ڪڏهن چڙ ۽ بيحجابي جو مظاهرو بہ ڪندو ٿو وڃي:

”۽ جڏهين تنهنجو اهو ڪوبلو سارجنٽ لوسي جي ڪمري ۾ اچي بڪ شڪ ڪرڻ لڳو.... ڏس مسٽر جينٽري ڪاوڙ جهل ۽ ڪجهہ صبر ڪر، آءٌ توکي سچو قصو صاف چئي ٿو ٻڌايان جنهن ۾ لوسي ۽ خود پنهنجي باري ۾ ڪابہ ناجائز تاويل نہ هوندي. خير، تو ڏٺو تہ ويچارو ٽم راهہ ويندي اڙجي ويو آهي ۽ هن اسان سان جيڪو ساٿ ڏنو آهي سو محض دوستي جي ناتي سان ڏنو آهي بهرحال، مون ڪاوڙ ۾ اچي ڪانسٽيبل کي زيربار ڪيو ۽ ڪيس ڏونڪو هنيو ۽ اصل سچي ناٽڪ جي شروعات ٿي اتان ٿي. جڏهين مون کي معلوم ٿيو تہ لوسي جي بيڊروم ۾ هڪ زخمي ماڻهو موجود آهي تہ پهرين مون سارجنٽ لافنس کي ڪوليو پر هو وڃي چڪو هو، آءٌ بيڊروم ۾ داخل ٿيس تہ اهو زخمي مون کي بستري تي نظر نہ آيو، اتي ئي مون

دريءَ مان ڪنهن جي ٽپي وڃڻ جو آواز ٻڌو ۽ پردو ٻہ قاتل ڏسڻ ۾ آيو. جڏهن لوسي جو پراڻو واقفڪار هو ۽ هن کي يقين ڏياري چڪو هو تہ هن ڪوبہ ڏوہ جهڙو ڪم نہ ڪيو آهي تہ ٽي لوسي کي گهٽي نمبر ١٨- واري واردات جي ڪا خبر هئي. مون اتان پوليس هيڊڪوارٽرس تي هنن کي اطلاع ڏيڻ لاءِ فون بہ ڪئي. پوءِ آءٌ گهٽي نمبر ١٨- تي ويس اتي مون کي اها ڇوڪري ملي، مون هن کان اها حقيقت معلوم ڪرڻ جي پوري ڪوشش ڪئي تہ متان جڏهن ۽ ٽڪسي جي قتل سان هن جو ڪو واسطو معلوم ٿي پوي پر اهڙو ڪوبہ اهڃاڻ هن وٽان نہ مليو ان بعد مون هن کي هوٽل ۾ وڃي ٽانيڪو ڪيو ۽ اتي پنهنجي گاڏي جو لائسنس نمبر لکايو....“

”هون، هون.“ جينٽري سگار ڏندن ۾ جهليندي چيو.

”مون تنهنجو نمبر سڃاتو هو جڏهين اسين جاچ لاءِ هوٽل تي ويا هئاسين، تون ڳالهہ جاري رک.“

”تنهن بعد تون ۽ ٽم لوسي جي گهر آيا جتي آءٌ اڳ ئي موجود هوس، تنهن بعد ڇا ٿيو آهي سو تو کي معلوم آهي. هاڻي تون ٿي ٻڌاءِ تہ جي هي ڳالهيون آءٌ ڪٿي اڳ ئي صاف صاف بيان ڪريان ها تہ ڪهڙو فائدو ٿئي ها.؟“

”اها تنهنجي هوٽل ۾ ٽڪايل ڇوڪري تہ گهٽ ۾ گهٽ اڃا زنده هجي ها.“ جينٽري چيو.

”پر اهو تہ نہ معلوم ٿي سگهيو هو تہ هنن واقعن هن جو بہ ڪو تعلق بنجي ويندو. تون پاڻ بہ جيڪر هن

سان شروع ۾ مليون ها تہ هن کي هنن معاملن کان بيتعلق سمجھي نظرانداز ڪري ڇڏين ها. البت مون کان اها غلطي ضرور ٿي جو پيو پيرو هن وٽ هڙتل ني ويس جنهن سبب هن جو قاتل هن تائين پهچي سگهيو. خير اوهان جي وڃڻ بعد اسان جنڪ کي ساڳي بيڊروم ۾ قتل ٿيل ڏٺو، هن جو گلو ڇڇريو پيو هو تڏهين ئي خبر پئي تہ هو فرار نہ ٿيو هو بلڪ اهو سندس قاتل هو جو ڪيس قتل ڪري فرار ٿيو هو.“

”اوه خدا! تہ پوءِ جنڪ جو لاش لوسي جي بيڊ روم کان ان گهٽيءَ ۾ ڪيئن پهتو جتان اسان اهو هٿ ڪيو.؟“ جينٽري گجندڙ آواز ۾ پڇيو. ”اها تہ توکي بہ خبر هوندي ٿم.؟“

”ٿم جو ان ۾ ڪو هٿ ڪونهي، مون لاش کي لوسي جي گهران ڪڍڻ کان اڳ ٿم کي اتان روانو ڪري ڇڏيو هو.“

”ڇڏ شيني.“ ٿم چيو. ”جيڪڏهين جينٽري صاحب جي مرضي مون کي ڏوه ۾ شامل رکڻ جي آهي تہ پلي پنهنجي مرضي پوري ڪري. پر آءٌ ايترو بہ چوندس تہ جنهن خوبيءَ سان تو ۽ لوسيءَ معاملي جون ڪڙيون هڪ ٻي سان ملائي ان جو سمجهڻ آسان ڪري ڇڏيو آهي سا خوبي جينٽري صاحب جي پوليس ۾ تہ اصل ڪانهي. ها جينٽري! مون جنڪ جو لاش هٽائڻ ۾ شيني جي مدد ڪئي آهي.!“

”جي ها جناب.! تڏهين ئي تہ اها ڇوڪري ويچاري قتل ٿي وئي جا هن وقت مرده خاني ۾ اڃا شناخت بہ نہ

ٿي آهي.“

”جي آءٌ ۽ شيني شروع ۾ ئي تنهنجي ور چڙهي وڃون ها ته جيل ۾ هجون ها ۽ پوءِ اها فوٽو اينٽري به نه شناخت ٿي سگهي ها. جينٽري اسان کئي آهي.“ ٽم جو لهجو اڃا به سخت هو.

”تون پڪ سان اهو لاش سڃاڻي چڪو آهين.؟“

”ها.“ ٽم پوري خاطريءَ سان چيو. ”اهو لاش ايلڊرسن جي زال ڊورٿي جو آهي.“

”آءٌ تو پڌايان ته اهو ڪيئن ٿيو.“ شيني چيو. ”جڏهن برسٽو ته قتل ٿي چڪو هو ۽ هن جو قاتل غائب ٿي چڪو هو ڪنهن کي به خبر نه پئجي سگهي ته هو ڪير هو ۽ ڪهڙي شڪل صورت جو هو. ۽ هي جو ان ڇوڪري ڊورٿيءَ پنهنجي مڙس کي ٽڪسي جي جڻ واري گهٽيءَ ۾ پي ڪَولييو ۽ هو ڪيس نه ماريو ته مون سمجهيو ته ڊورٿي کي گهربل شخص اهوئي جڏهن آهي جنهن کي ٻه اني ڏي گولي لڳي هئي، تنهن ڪري ئي آءٌ جڏهن جو لاش ڪئي ڊورٿي وٽ هوٽل تي ويس....“

”ايئن تو اڪيلي سر هڪ پوليس پارٽي جو ڪم پي ڪيو.“ جينٽري ٺٺون سگار د ڪائيندي، چيو. ”خير ان کان پوءِ ڪهڙا قانون ٽوڙيئه.؟“

شيني ڊورٿي جو رد عمل بيان ڪيو ۽ پوءِ اسي هزار ڊالرن بابت جا فون آئي تنهن جو تفصيل بيان ڪري هن جينٽري کي چيو:

”هاڻي پڏاءِ جينٽري تہ جي آءٌ بروقت توکي انهن حالات کان آگاه ڪريان ها تہ تنهنجي پوليس ڪهڙا قاڙها ماري ها.“

”اسين ڇوڪريءَ کي قتل ٿيڻ نہ ڏيون ها بلڪ هن کان گهڻي معلومات وٺي سگهون ها.“

”فون تي رقم گهرڻ واري اسان کي اهو تہ نہ ٻڌايو هو تہ هن ڪو ڇوڪريءَ کي ڪار جي ڊڪيءَ ۾ پوري ڇڏيو آهي، ڀلا اوهان پوليس سرجن جي رپورٽ پڙهي آهي.؟“

”ها.“

”ان موجب ڇوڪري جو موت ساه گهٽجڻ سان ٿيو آهي؟ يا ٻڌڻ سان.؟“

جينٽري ڀرين ڪجهہ هٻڪيو، پوءِ جواب ڏنائين:

”اها ڇوڪري موٽر جي پاڻيءَ ۾ ڪرڻ کان اڳ مري چڪي هئي. دم گهٽجڻ سان.“

”موٽر جي، ٻڏڻ کان ڪيترو وقت اڳ اهو موت واقع ٿيو. يعني رپورٽ ڇا ٿي چوي.؟“

”گهٽ ۾ گهٽ اڌ ڪلاڪ اڳ – مگر، اها ڳالهہ توکي جوابداري کان آجو تہ نٿي ڪري سگهي، جي تون شروع ۾ اسان کي ٻڌائين ها تہ....“

”سمجهان ٿو سمجهان ٿو تون ڇا ٿو چوڻ چاهين، خير مون غلطي ٿي ڪئي، مگر هاڻي اگر مگر مان ڇا ٿو وري، جي ائين نٿي ها ۽ هينئن نہ ٿئي ها تہ شايد اڄ تون مونسان هن طرح سوال جواب نہ ڪرين ها بلڪ مون کي ڪو وڏو

انعام ڏين ها. چاڻي پڇهي غلطي ڪير ٿو ڪري، بس هڪ داءُ لڳايو سين ان ساڻهوءَ کي هٿ ڪرڻ لاءِ سو هارايو سين."

"خير تون اڳتي ڳالهه ڪر."

"پوءِ آءٌ ۽ ٽم سندس اخبار جي دفتر ۾ وياسين ۽ سڄي ڪهاڻيءَ جو منڍ معلوم ڪيوسين. (شيني اخباري بيانن جا تفصيل ٻڌايا) ۽ ان ڪري ٿي مرده خاني ۾ آياسين ته ڏسون ان ڇوڪريءَ جي جسم تي اپنڊڪس جي آپريشن جو نشان آهي يا نه. هاڻ تون ٻڌاءِ جينتري، تون لوسي کي فوراً حاضر ڪرڻ لاءِ ايترو بيقرار ڇو آهين ته هوءَ اچي اها پڪ ڪري ته هي لاش جئڪ جي ڀيڻ روزي جو آهي.؟"

"چاڪاڻ ته روزي برسٽو نيو آرلينس مان غائب آهي ۽ معلوم ٿيو آهي ته هوءَ ڪجهه عجيب ۽ شڪي حالتن ۾ اتان پر ڏينهن اڳ رواني ٿي آهي، هتي جو هن جو پيءُ جئڪ برسٽو قتل ٿيو ته سمجهيوسين ته ڀين سان گڏ هوءَ به قتل نه ٿي وئي هجي."

"هان.! نه روزي هتي ميامي آيل آهي.؟ خير، لوسي کي اها ڳالهه معلوم ٿي هوندي ان ڪري هوءَ هتي لاش کي سڃاڻڻ آئي هوندي."

"پلا اهو شخص جيڪو لوسي کي مرده خاني مان وٺي ويو.؟" جينتري پڇيو.

"اهوئي شخص قاتل آهي." شيني چيو. "هيءُ اهو شخص آهي جيڪو ٻڌي ويندڙ ڪار هلائي رهيو هو، هن لوسي کي مرده خاني ۾ سڃاتو ۽ هن کي اتان ڪنهن طرف

وٺي ويو سو به اهڙي هوشياري سان جو هوءَ دانهن ڪوڪ به نه ڪري سگهي، هـن مرده خاني ۾ غلط ايڊريس لکائي آهي يعني گهٽي نمبر ۲۰۱ ۽ توکي خبر آهي تـه هتي اهڙو ڪو به هنڌ ڪونهي. هر گهٽيءَ سان اولهه اوڀر ڏکڻ يا اتـر ضروري آهي ۽ سرنامو ان ٺي نسبت سان لکيو آهي. هن جي نهن حرڪتن مان معلوم ٿئي ٿو ته هو ڏوهي آهي."

"پلا جي هن ئي ان ڇوڪريءَ کي ٻوساٽي قتل ڪيو ۽ ڪار جي ڊڪيءَ ۾ بند ڪيو ته پوءِ وري هن کي سڃاڻڻ لاءِ مرده خاني ۾ ڇو آيو.؟" جينٽري بحث ڇيڙيو.

"خدا ٿي بهتر ٿو ڄاڻي، ٿي سگهي ٿو هو ڪو ثبوت ميسارڻ جي مقصد سان آيو هجي، پر حراب ڳالهه هيءَ ٿي جو لوسي هن جي ور چڙهي وئي، هاڻي اوهين لوسي لاءِ ڇا ٿا ڪريو.؟"

"آءٌ ڇا ٿو چئي سگهان." جينٽري ڪجهه ٿڌو ٿيندي سگار ڇپن ۾ ڦـرڙائيندي چيو. "جيئن تـه هن وقت تائين منهنجي ڪاٽي ڇا فرض ٿو پي بجا آندا آهن نه هاڻي تون ئي چئه ته ڇا ڪجي.؟"

"مون کي لوسي جو فڪر آهي. جيڪو شخص ٿوري وقت ۾ ٻه خون ڪري سگهي ٿو سو لوسي کي به قتل ڪري سگهي ٿو."

"ڇا ٿو چئي سگهجي، معاملو رقم جو آهي."

"آءٌ چوان ٿو مون وٽ ڪابه رقم ڪانهي.!" شيني ڪاوڙ ۾ منهون پيڙيندي چيو.

”پلا آءُ ڪيئن چوان تہ لوسي هن سان رٿيل پروگرام موجب پاڻ ئي هلي وئي هجي.“

”هوش ڪر جينٽري صاحب.!“

”توُن مون کي ان ماڻهوءَ جو حليو تہ ٻڌاءِ.“

”اهوئي تہ هو هڪ ٿلهو ٺينرو وچولي عمر جو ماڻهو آهي ۽ خاڪي ڪپڙا ۽ خاڪي هئٽ پاتل اٿس.“

”اهو تہ ڪافي نہ ٿيو.“

”لوسي جو اهو بيان تہ ياد اٿو تہ جنهن هن کي ٻڌايو هو تہ هن کي هڪ مٿل ماڻهوءَ گولي هنئي آهي.“

”ها، تو ايئن ٻڌايو تہ هو.“

”ان مان تو ڪو اندازو قائم ڪيو.؟“

”نہ، ڪا خاص راءِ نہ اٿم.“

”ڏس جينٽري، توُن نيو آرلينس فون ڪر، جي توُن حقيقت معلوم ڪرڻ گهرين ٿو تہ انهيءَ فرسٽ ڪلاس جاسوس مارڪ سوزر بابت معلوم ڪر جيڪو قيدي ايلڊرسن سان گڏ ان ڪار ۾ هو جا نديءَ ۾ ڪري پئي جڏهين هو نيو آرلينس کان هيڏانهن ميامي اچي رهيا هئا، فقط ٽي ڏينهن اڳ.“ شيني اتاولائي مان چيو.

”ڏس شيني، جي تنهنجو مطلب آهي تہ پوليس جو هڪ اعليٰ درجي جو جاسوس پاڻ ....!“

”آءُ تو کي سمجهايان پيو ۽ توُن نہ پيو سمجهين جينٽري.!“ شيني ٽپ ڏئي اٿندي چيو. ”توُن هتي پنهنجي آفيس ۾ ويٺو قصا ٻڌندين، تہ مون تي ”هڪ ماڻهوءَ جي

پوليس پارٽي" جي تهمت رکي ۽ الائي ڇا جو ڇا ڇيو پر تي سگهي ٿو مون جيڪي ڪجهه ڪيو سوئي ضروري هو. هاڻي توُن هتي ويٺو آرام ڪر آءٌ وڃي ٿو لوسي کي تلاش ڪريان."

"ڪهڙي طريقي سان.؟"

"توُن نه سمجهندين." شيني کجندي چيو. "اوهان پوليس جي ماڻهن جو موٽو دماغ هوندو آهي. اٿي ته هل ته هلون."

شيني ۽ ٽم اٿي کڙا ٿيا. شيني جو خيال هو ته جينٽري کيس روڪڻ جي ڪوشش ڪندو پر ان جي بدران هن کي اهو ڏسي حيراني ٿي ته جينٽري ويٺو مرڪندو رهيو. شيني ٻاهر نڪري ويو پر جڏهين ٽم به ٻاهر نڪرڻ لڳو ته جينٽري هن کي ترسڻ جو حڪم ڏنو. ٽم پوئتي نهاريو ته جينٽري جي هٿ ۾ اهوئي پستول هو جو هن شيني کي ڏيکاريو هو. پر ٿيو هيئن جو جينٽري اهو پستول ٽم کي ڏيندي چيو:

"هي پستول شيني کي ڏجان ته، جي واقعي هو هڪ اهڙي پوليس عملدار جي مقابلي ۾ وڃي رهيو آهي جو قاتل بڻجي چڪو آهي ته شيني کي هن هٿيار جي ضرورت پوندي."

(۱۶)

ٽم پوليس جي هيڊڪوارٽرس مان (جينٽري جي آفيس مان) ٻاهر نڪري شيني جي ڪار وٽ آيو جتي شيني پنهنجي

ڪار ۾ ويٺو ان کي اڳيان پويان جام ٿيل ڪارن مان ڪڍڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. ٽم به جلدي سان دروازو کولي هن جي پر ۾ ويهي رهيو.

”هاڻي ايڏو تڪڙو ڪيڏانهن ٿو هلين؟“ ٽم پڇيو.

”آءٌ پاڻ نه ٿو ڄاڻان.“ شيني گاڏيءَ لاءِ ڪجهه رستو ڪڍندي چيو. ”بهرحال، گهٽو پري هلڻو پوندو.“

شيني ڪوشش ڪري گاڏي ڪڍي ورتي جنهن ڪوشش ۾ هن جي گاڏيءَ جو بمپر اڳيان بيٺل ڪار سان زور سان ٽڪريو. آخر هن جي گاڏي تير وانگر نڪري هڪ طرف رواني ٿي. ٽم جينٽري جو ڏنل پستول هٿ ۾ قابو جهليو ويٺو هو.

”جينٽري تي وڏيڪ ڪاوڙ نه ڪر شيني، آخر ۾ هو نرم پئجي ويو هو.“

”جينٽري تي ڪاوڙ رکڻ جو مون وٽ وقت ڪٿي آهي. آءٌ نه اهو پيو سوچيان ته هاڻي هلڻو ڪهڙي پاسي آهي. لوسي هن بدمعاش جي قبضي ۾ آهي ۽ گهربل رقم هن کي ملي ناهي، مطلب تون پاڻ سمجهين ٿو.“

”ها، هو لوسي کي تڪليفون ضرور ڏيندو پر جيستائين هن کي رقم ملڻ جو ذرو به آسرو هوندو هو کيس قتل نه ڪندو. مون کي ته اها ڳالهه پئي پريشان ڪري ته اهو ڪمبخت ايلڊرسن هيستائين ڇا ڪندو رهيو آهي.!“

”هن کي ڪنهن ڏنو به ته نه آهي.... ها، ٽم تو ان ٽيڪسي واري سان ته ڳالهايو هو جو زخمي جڏهن ڪي

لوسي جي گهر تي پهچائي ويو هو؟"

"مون تہ هن سان نہ ڳالهايو هو، هن خود اسان جي آفيس ۾ فون ڪري اهو اطلاع ڏنو هو."

"هن جو نالو معلوم ٿيو.؟"

"نالو ... نالو اٿس **جو اگنيو.** شايد شهر جي ڏکڻ اولهہ واري پاسي ڪٿي رهي ٿو. مون وٽ فون نمبر آهي."

شيني جو چهرو ساهہ منجهي رهيو هو ۽ چهري تي ڪهنج گهرا ٿي رهيا هئا. هن ڳاڏي آئي هڪ ٽيليفون بوٿ وٽ بيهاري ۽ ٽم کي چيو:

"ٽم تون وڃي اگنيو کي فون ڪر ۽ هن کان سندس پتو حاصل ڪر. هن کي ٻڌاءِ تہ هو هڪ وڏي ناٽڪ جو هيرو آهي ۽ تنهنجو ايڊيٽر هن جو انٽرويو ڪرڻ ٿو چاهي. هن کان معلوم ڪرڻو آهي تہ ڇتان هن جهڪ کي ڪنهن اتي ڇا وهيو واپريو."

ٽم ڪار مان نڪتو ۽ ان ئي وقت هن جيئنٽري جو پستول هن جي پيغام سميت شيني کي ڏئي ڇڏيو. شيني پستول وٺي جهڪي سهائي ۾ ڪار ۾ ويٺي ويٺي ان کي جاچڻ لڳو.... "واقعي هن جي ضرورت هئي، آخر هڪ ماهر پوليس جاسوس سان مقابلو آهي.!" هو دل ئي دل ۾ جيئنٽري جو ٿورائتو بہ ٿي رهيو هو. ايتري ۾ ٽم بہ فون ڪري موٽي آيو:

"بالڪل ٺيڪ شيني، ٿوري دير ۾ منهنجو ايڊيٽر اگنيو کي فون ڪري اسان جو وٽس پهچي انٽرويو وٺڻ لاءِ چوندو تيستائين پاڻ بہ پهچي ٿا وڃون. اميد آهي تہ هو اچا

جاڳندو هوندو.“

شيني ڪار جو رخ ميامي اوڏانهن موڙيو ۽ ٿوري دير ۾ ڪار اگنيو ٽيڪسي ڊرائيور جي گهر تي اچي پهتي. سڏ ڪرڻ تي اهو نوجوان ٽيڪسي ڊرائيور ٻاهر نڪري آيو ته ٿم چيو:

”توکي ٽيليفون اسان ئي ڪئي هئي، آءٌ ڊيلي نيوز جو عيوضي آهيان ۽ تنهنجو انٽرويو وٺندس، هي منهنجو دوست آهي مائيڪل شيني.“

”مائيڪل شيني.؟ ها هي صاحب غير سرڪاري جاسوس آهي، هن بابت اڪثر اخبار ۾ پڙهندا آهيون، خير اوهين اندر اچو.“ اگنيو هنن کي ڊرائنگ روم ۾ ويهاري ڪجهه پيئڻ لاءِ پيش ڪيو- ۽ پوءِ پاڻ ئي ڳالهه ڇوريائين:

”دوستو افسوس جي ڳالهه ته جو اڄ اهو واقعو ٿيو. انهيءَ زخمي همراه ته منهنجي ٽيڪسي جي پوئين سيٽ سڄي رت سان ٿڦي ڇڏي، ڀلا هو هٿ آيو يا نه.؟“

”اهو شخص ته قتل ٿي ويو.“ شيني هن کي جنڪ جي قتل جو تفصيل ٻڌايو. ”اچو ڪي ٿي رات ٻه ٻيا قتل به ٿي چڪا آهن، تون اسان کي ٻڌاءِ ته توسان ڇا ٿيو.؟“

”سائين جڏهين آءٌ ان گهٽي نمبر ۸۰ - وٽان لنگهيس ته منهنجي ڇهين حس جهڙوڪر ٻڌايو ته اتي ڪجهه ٿيو آهي ۽ مون کي ان طرف وڃڻ گهرجي ته جيئن ڪا سواري ملي وڃي سو سائين اهو ڇهين حس جو ڪمال هو، سو سائين اتي اچا پهتس مس ته جهڙوڪر مون گولي ڇٽڻ جو

آواز ٻڌو پر وري ايئن ٻہ سمجهيم ٿي تہ جهڙوڪر اهو ڳولي
چٽڻ جو واز نہ هو سو سائين مون بس جهڙوڪر ايئن ئي
سمجهيو، اهو ٽڪاءُ ٻڌي ٻہ مون گاڏي ڍري ڪئي، اتي
مون ان ماڻهوءَ کي جهڙوڪر پڇندو ڏٺو، پڇندو ڇا پر
ٿاٻڙندو ڏٺو جهڙوڪر مون کي ڏسي پيو پڇي، وري منهنجي
گاڏي ڏسي هو مڙيو ۽ مون کي هٿ جو اشارو ڪيائين ۽
سائين اتي مون رستي جي ڪپ تي ٻہ ٻيا ماڻهو ٻہ ڏٺا جي
جهڙوڪر پاڻ ۾ ملهہ پئي وڙهيا پر سائين مون انهن ڏانهن
ڌيان ئي نہ ڏنو جو سمجهيم تہ اهي ڪنهن ٽئڪسي جي
انتظار ۾ تہ ملهہ ڪونہ وڙهندا هوندا، پوءِ مون پنهنجي
سيٽ تي ويٺي ئي هٿ وڌائي پوئيون دروازو کوليو ۽ سائين
اهو همراه اچي پوئين سيٽ تي ٻڌو. هو هڪ نوجوان هو
۽ جهڙوڪر چهرو خوف کان اچو ٿي ويو هوس، ٻڌل پئي
ڏٺو، هن هڪ واري پويان نهاريو ۽ پوءِ تکي آواز ۾ چيائين.
”هل، دير نہ ڪر.“ مون ٻہ ساڳي لهجي ۾ جواب ڏنو تہ
”خالي سير ڪندا يا ڪنهن هنڌ هلڻو آهي.؟“ تڏهين هن
مون کي هڪ چٺڪي ڏني جنهن تي سرنامو لکيل هو جو
مون بعد ۾ پوليس جي حوالي ڪري ڇڏي، سائين مون
پنهنجي آرسي سان هن کي ڏٺو تہ هو جهڙوڪر ڪنهن
تڪليف ۾ هو ساهہ ٻہ ڏکيو ٿي کنيائين ۽ پيٽ کي هٿن سان
زور ڏيو ويٺو هو، پر ان ڳالهہ تي مون ان وقت ڪو ڌيان
ڪونہ ڏنو پر پوءِ جي حالات پيش آيا تہ جهڙوڪر....“
”جهڙوڪر ته ان ڳالهہ تي غور ڪرڻ شروع ڪيو،

ايئن نه.؟ خير هن توسان ڪا بي ڳالهه به ڪئي.؟" شيني پڇيو.

"پيو ته ڪجهه ڪونه چيائين سائين پر جهڙوڪر هڪواري هو اڳين سيٽ تي جهڪي سامهون لڳل منهنجي نالي، لائسنس نمبر ۽ گاڏي جي نمبر وغيره جي تختي غور سان پڙهڻ لڳو جڏهين نه اوهان کي خبر آهي ته ان پليٽ جو شيشو ٿي جهڙوڪر ميرو ٿيل هوندو آهي نه ٿي عام طور ماڻهو اها تختي ڏسندا آهن سو مون اچان ٿي بتي ٻاري هن کي چيو ته ميان پلي تختي پڙهي وٺ مڙئي خير آهي پر اهو ٻڌي هو جهڙوڪر هراسجي ويو ۽ پنهنجي سيٽ تي ڍرڪي ويو ۽ چوڻ لڳو: "مون کي تنهنجو نالو ۽ نمبر پڙهڻ ۾ نٿو اچي." سو مون هن کي پنهنجو نالو ۽ نمبر وغيره ٻڌايا. اينري ۾ اسين اتي اچي رسياسين جتي هو لهڻو هو. هن منهنجي هٿ تي ياڙي جا اينرا پئسا رکيا جو آءٌ ڪجي به نه سگهيس ۽ هو لهي ويو، بلڪ جهڙوڪر ٽاپڙ جندو ٿي ويو جهڙوڪر اجهو ٿو ڪري پوي..."

"تو هن کي دروازي مان اندر ويندو ڏٺو.؟"

"سائين هن ٻاهريون دروازو کوليو ۽ آءٌ روانو ٿي ويس ۽ پوءِ اڌ ڪلاڪ بعد اهي قتل وغيره جون خبرون ريڊيو تي ٻڌم. مون سوچيو ته انهيءَ همراه جو انهن خونن سان جهڙوڪر ڪو تعلق آهي ضرور سو ڀانيم ته اها سرنامي واري چٺڪي پوليس کي ڏيان ته هنن کي جاچ ۾ مدد ملي پهرين ته پوليس جي رويي جو خيال ڪري ارادو بدلائي

ڇڏيم ۽ پوءِ سائين منهنجي ڇهين حس جهڙو ڪر موٽ ڪي ڪجهه چيو ۽ مون گاڏي جو پويون دروازو کولي پوئين سيٽ تي نظر ڪئي ته ان تي سڪل رت جو نشان هو، مون پوليس جي ڳهل جي خوف جي باوجود هنن کي سڀڪجهه ٻڌائي ڇڏيو سائين هاڻي اوهين ٻڌايو ته....“

شيني واچ ڏسندي اٺي ڪڙو ٿيو ۽ اگنيو جي ڳالهه رهجي وئي. هن اگنيو کان فون استعمال ڪرڻ جي اجازت گهري ۽ ان ٿان جينڙي جو نمبر ملايائين. جينڙي ڳالهايو ته شيني ڀهرين پستول جي قرض جو ٿورو ميڄيو. جينڙي پڇيو:

”استعمال به ڪيم.؟“

”شايد ڪرڻو ٿي پوندو، هن وقت ته تون هڪڙو ڪم ڪر.“

”ڪهڙو ڪم.؟ ڪو ٻـم جـو ڌماڪو ڪرائڻو اٿئي ڇـا. ؟“

”پوليس جو ڪو سپاهي واردات واري هنڌ يعني گهٽي نمبر ١٨- تي ويهاريو آٿـو.؟“

”ها، ٻاهرئين در تي ويهاريو اٿئون.“

”ته ان کي هڪدم اتان هٽائي ڇڏ.“

”ڇا مطلب.؟“

”جينڙي، هن وقت هر ڳالهه جـي وضاحت جو وقت ڪونهي، تون هڪدم ان سپاهيءَ کي اتان هٽاءِ، گهٽ ۾ گهٽ اڌ ڪلاڪ لاءِ، پوءِ تنهنجي مرضي.“ ايئن چئي شيني فون رکي ڇڏي، ۽ پوءِ اگنيو کي مخاطب ٿيو:

”چڱو مسٽر اگنيو، تنهنجي ڇهين حس جي ڪمال بابت وري ٻي دفعي ڳالهائينداسين، ڀلا هي ٻڌاءِ ته ٽيڪسي ته تنهنجي پنهنجي آهي نه...؟ يعني تون ان کي ڪنهن جي به طلب ڪرڻ تي ٻي‌وقت به حاضر ڪرڻ ۾ آزاد آهين نه...؟“

”ها بالڪل، ڇو نه.“

”ته پوءِ ان لاءِ به ڪڏهين تو کي تڪليف ڏيندس، تنهنجو فون نمبر مون وٽ آهي.“

ٽم هيستائين خاموش هو ۽ اگنيو جي بيان تي خبر ناهي ڇا ۾ مشغول هو. شيني هن کي ساڻ ڪري اتان روانو ٿيو. ڪار ۾ ويهندي ٽم شيني کي چيو:

”ڏاڍي يخي هٿندڙ هو هي اگنيو صاحب، ڀلا هن جي هيٺري بڪواس مان ڪجهه پلئه پيو...؟“

”ها گهڻوئي ڪجهه.“ شيني گاڏي تيز ڪندي چيو.

”ڀلا ٻڌ ٽم، تنهنجي اخبار ڊيلي نيوز جي سهڪار سان رات جو ۲ بجي خبرن جي بليٽن نشر ٿيندي آهي نه...؟“

”ها. اهو معاملو منهنجي دوست ڊڪ فارل جي هٿ ۾ آهي، ڇو...؟“

”ته پوءِ هڪڙو ڪم ڪر، ڊڪ فارل جي ذريعي اها ڳفتگو نشر ڪراءِ جا اگنيو اسان سان ڪئي آهي تنهن ۾ اها ڳالهه به ضرور نشر ڪراءِ ته اگنيو بيگاه وقت تي به گهرو ڀاڙو وٺي سروس ڏيندو آهي ته جيئن هن جي مشهوري ٿئي. آءٌ اهوئي چاهيان ٿو، سمجهه ته آءٌ ڪنهن کي بيوقوف بڻائي ڪو ڪم ڪڍڻ چاهيان ٿو.“

”پر فارل منهنجو حڪم ٽوڙيندي مڃيندو.“

”ڪيئن به ڪري اهو ڪم ضرور ڪر، ٻه وڳي ۾ اڃا ارڙهن منٽ آهن، ٻـي ٻجي واري ٻليٽن ۾ اها ڳالهه ضرور اچڻ گهرجي.“

شيني هاڻي انهيءَ شڪ، پريشاني ۽ خوف کان بالڪل آزاد ٿي چڪو هو جو هن وقت تائين هن کي ستائيندو رهيو هو. هن وقت چڙ هو اهو سڀڪجهه سمجهي چڪو هو جو هن وقت تائين سمجهه ۾ نه آيو هئس. هاڻي هو هر قدم پوري اعتماد سان کڻندو ٿي ويو. هن ٽم کي ڊيلي نيوز جي آفيس وٽ لاٿو ۽ پاڻ اڪيلو اڳتي روانو ٿي ويو.

(۱۷)

شيني جڏهين گهٽي نمبر ۱۸- واري ان عمارت وٽ پهتو جنهن ۾ ٽڪسي قتل ٿي هئي ته اتي پوليس جو سپاهي واقعي غير حاضر هو، هـو ڏاڍي داجاء سان عمارت ۾ ايئن داخل ٿي ويو ڄڻ ان ۾ ئـي رهندڙ هجي. مختلف روشن ۽ دالانن مان لنگهندو هو پنهنجي رٿا موجب ڪمري نمبر ۲۴- وٽ آيو. هن دروازي جو هٿيو گهمايو پـر ان کي قفل لڳل هو. هن پنهنجي هر قفلي چاٻي (Master Key) سان دروازو کولي وڌو ۽ آهستگي سان اندر داخل ٿـي دروازو اندران بند ڪري ڇڏيائين پر قفل نه لڳايائين. اندر اونده هئي، هن بتي ٻارڻ جي بدران پنهنجي پينسل ٽارچ ٻاري ۽ ڪمري

جو جائزو وٺڻ لڳو. انهيءَ ڏي ڪمري ۾ ڏڪسي قتل ٿي هئي. هي ڪمرو وچولي درجي جي فرنيچر سان سينگاريل هو. شيني هڪ سڌي ڪرسي کڻي بند دروازي جي بالڪل ڀر ۾ پٽ وٽ ڏاهي رکي ان تي تيار ٿي ويٺو ۽ جينٽري وارو پستول ڪڍي هٿ ۾ ڪري جهليائين- ”ٿوري دير ۾ ريڊيو تان خبر نشر ٿيندي.“ هو سوچڻ لڳو. ”۽ ٿوري ئي دير ۾ هتي ڪو ماڻهو ايندو.... شايد، شايد هي داءُ ڪامياب ٿي وڃي، ٻاهر پوليس جو سپاهي به ڪونهي ۽ جو ماڻهو گهربل آهي سو اميد آهي ته اچي ويندو.“

ڪمري ۾ جيتوڻيڪ گرمي هئي پر شيني نهايت اطمينان ۽ سڪون سان ويٺو رهيو ايتري قدر جو لوسي جو خيال به دل ۾ اچڻ نه ڏنائين. ڪمري جون سڀ بتيون بند هيون ۽ هن کي اونده ۾ به سڄيت ٿي ويٺو هو. ”الائي هي داءُ به ڪامياب ٿئي ٿو يا نه.... خير هاڻي اهو به سوچڻو ناهي.... ڏسجي.“

ٿوري دير گذري جو ڪنهن جي قدمن جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو، ان بعد ڪنهن آهستگي سان ڪمري جو دروازو کوليو .... شيني ساهه روڪي بت بڻيو ويٺو رهيو، پستول ساڄي هٿ ۾ سوگهو ڪري جهليائين، در جو طاق کليو ۽ ڪنهن تيزي سان اندر داخل ٿي طاق ورائي ڇڏيو، اتي شيني ڦڙتائي سان کاٻو هٿ وڌائي ڪمري جي وڏي بتيءَ جو بٽڻ دٻايو، بتي ٻري ۽ هن ساڳي ڦڙتائي سان پستول جي نال اجنبيءَ جي پاسرائين تي کڻي رکي... هي شخص هن

پهرين ڪڏهين نہ ڏٺو هو، بالڪل ردي ۽ بي ترتيب ڪپڙا پاتل هئس ۽ مٿي تي پٽڪي وانگر ڪپڙو ويڙهيل هوس جنهن تي رت جا چٽا صاف پئي ڏسڻ ۾ آيا.

"ذري بہ چرپر نہ ڪجانءِ ايلبرسن.!" شيني دڙڪو ڏنو. "ٻڌاءِ تنهنجو ساٿي مارڪ سوزر ڪٿي آهي.؟"

اجنبي هڪدم اچي روئڻ ۾ چٽڪيو. "مون کي ڪابہ خبر ڪانهي." هن روئندي چيو. "مون هن کي تڏهين کان نہ ڏٺو آهي جڏهين هن جئڪ کي قتل ڪيو ۽ مون کي مارڪٽ ڪري منهنجو مٿو ڦٽي ڇڏيائين.... شايد مونکي مرڻ لاءِ اڪيلو ڇڏي ڏنو اٿس." نوجوان پير ۾ پيل بستري تي ڍمي پيو ۽ اهڙي طرح روئڻ ۽ لچڻ لڳو ڄڻ ڪنهن هائي ٿي ڏاڍي مار ڪيئي اٿس. ان بعد هو ڏڪيل مٿو جهلي اکيون ڦرڙائي ديوانن وانگر ڪمري ۾ هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳو:

"هتي ڪجهہ ٿيو آهي ڇا.؟ نون ڪير آهين.؟"

"جي زندگي پياري اٿئي تہ پهرين مون کي منهنجي هر سوال جو جواب ڏي. ٻڌاءِ ڇا سوزر هتي اڪيلو آيو هو.؟" شيني پڇيو.

"ها، هتي هو ٽڪسي سان ملڻ آيو هو، جئڪ ڪيڏانهن ٻاهر ويل هو ۽ مون کي هن ٻاهر بيهاري ڇڏيو هو تہ جئڪ تي نظر رکان ڇاڪاڻ تہ هو جئڪ کي نہ سڃاڻندو هو ۽ آءٌ سڃاڻندو هوس. جئڪ واپس موٽيو ۽ اچا ٻاهر ئي هو جو سوزر تيزي سان اندران ڊوڙندو نڪتو ۽ بنا دير جي جئڪ

ڪي گولي هٽي ڪيائين جڏهين تہ مون کي ان ڳالهہ جو ذرو بہ گمان نہ هو، مون رڙ ڪئي ۽ ڪانٽس رواڻو ڦرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هن مون کي مٿي ۾ ڌڪ هڻي ڪيڏيو. اتي ئي هڪ ٽيڪسي اچي وئي ۽ جنڪ ان ۾ سوار ٿي ويو. سوزر مون کي بد شد ڳالهائڻ لڳو ۽ حڪم ڏيڻ لڳو تہ آءٌ جنڪ جو پيڇو ڪريان، آءٌ ڪنهن طرح سان هن کان پاڻ ڇڏائي پير وارن بوٽن ۾ لڪي ويس پوءِ ڪٿي وڃي پٺي ڪرايم ۽ وري هتي آيس تہ پوليس جا سپاهي بيٺا هئا.... خبر ناهي هتي ڪا واردات ٿي آهي ڇا؟ آءٌ تہ پنهنجي زال سان ماڻ آيو هوس، مون کي خبر ناهي تہ...."

"تنهنجي زال بہ قتل ٿي چڪي آهي." شيني جو جوش هاڻي ڍرو ٿي چڪو هو. "سوزر هن کي بہ قتل ڪري ڇڏيو جيئن هن جنڪ ۽ ٽڪسي کي قتل ڪيو. هاڻي پڌاءِ تہ هو ڪٿي هٿ ايندو.؟"

"اف خدايا! ڊورٿي قتل ٿي وئي." ايلڊرسن مٿو هٿن ۾ ڏئي روئڻ لڳو.

شيني ڪجهہ وقت هن کي انهيءَ حالت ۾ ڏسندو رهيو پر هن جي دل ۾ ذري بہ ڪهل پيدا نہ ٿي. هن پستول کيسي ۾ وجهي ڇڏيو ۽ هڪ ننڍڙ ايلڊرسن کي وهاڻي ڪيائين جنهن تي هو بستري تي هڪ طرف وڃي ڊٺو ۽ پيو ڌڪ بچائڻ لاءِ ٻئي هٿ ڪٺي مٿي جهليائين.

"مون کي سوزر جي پاڻهن گهر جي." شيني رڪائي سان چيو. "تو سان ۽ تنهنجي زال سان منهنجو ڪو واسطو

ڪونهي. ٻڍاءِ سوزر ڪٿي لڪل آهي؟“

”مون کي ڪابه خبر ڪانهي.“ ايلڊرسن روئيندي سڏڪا ڀريندي چيو. ”آءٌ پاڻ مرڻ جهڙو ٿيو پيو آهيان، آءٌ سچ ٿو چوان تہ اسين اڄ شام جو ئي ميامي پهتا آهيون، ڊورٿي جو قتل ڪيئن...“

”جڏهن برسٽو جي پيٽ جو ڪٿي سر وڃايو اٿئي؟ ٻڍاءِ، ڇا تون هن کي ميامي نہ وٺي آيو آهين تہ جيئن هو جڏهن کي مجبور ڪري تہ هو اها رقم پاڻ نہ رکي بلڪ اوهان جي حوالي ڪري ڇڏي؟ ٻڍاءِ!“

”ها.“ ايلڊرسن چرڻ وڪڻ لڳو. ”اهو سوزر جو ئي منصوبو هو. اسان کي خبر نہ هئي تہ جڏهن هتي ميامي ۾ ئي ڪٿي لڪل آهي ۽ سندس پٽو فقط سندس پيءُ روزي ئي ٻڌائي سگهي ٿي، منهنجي مخالفت جي باوجود سوزر هن کي اغوا ڪري ميامي وٺي آيو، منهنجي سوزر سان جيل ۾ ملاقات ٿي هئي هن کي فقط اها رقم حاصل ڪرڻ جو فڪر هو مون کي اها خبر نہ هئي تہ هو ڇا ڪرڻ وارو آهي نہ تہ جيڪر آءٌ گاڏي ۾ ويٺل ٻن پوليس عملدار کي ٻڌائي ڇڏيان ها پر سوزر ان عملدار کي ٻہ پٺيءَ ۾ ڌڪ هڻي ڪيڏيو.... تڏهين مون کي خبر پئي تہ هو پاڻ اها رقم حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ هو....“

”انهيءَ بڪواس جي ضرورت ناهي، مون کي اهو ٻڌاءِ تہ روزيءَ کي هتي آڻي اوهان هن سان ڪهڙي هلت ڪئي؟“

”مون کي خبر ناهي سوزر هن سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو.“ ايلڊرسن ساڳي طرح شيني جي ڏڪ کان بچڻ جي ڪوشش ڪندي وقتيءَ جي انداز ۾ جواب ڏنو. ”سوزر جو مون تي ڪو اعتبار نه هو هن جي ارادن جي ته مون کي هتي ميامي ۾ اچڻ بعد خبر پئي. مون ڏنو ته هو رقم حاصل ڪرڻ لاءِ اصل اندو تي پيو آهي، اها سموري رقم پاڻ ڦٻائڻ لاءِ ته هو مون کي ۽ روزي کي استعمال ڪري رهيو هو، مون پاڻ کي تـوڙي روزي کي هن کان ڇڏائڻ جـي ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر هتي آءٌ ٻورٽي کي ملڻ جو پروگرام ڏئي ويٺو هوس مون ڀانيو مون کي جنڪ وٽان سموري رقم ملي ويندي سڀ ٺيڪ ٿـي ويندو ۽ پـوءِ اسين ڏکڻ افريقا هليا ويندا سين.“

”ڳالهه مختصر ڪر، ٻڌاءِ روزي ڪٿي آهي.؟“

”مون کي اصل خبر ناهي. ٻڌ، اسين هتي ميامي ۾ ڪار ذريعي پهتاسين تـه رات ٿي چڪي هئي هن مون کي شهر جي سنڌي وٽ لاهي ڇڏيو ۽ تاڪيد ڪيو ته اتي ئي سندس واپس اچـڻ تـائين انتظار ڪريان. اڌ ڪـلاڪ بعد هـن اچي ٻڌايو تـه روزي کي سوگهو ڪري آيو آهي ۽ وقت پوڻ تي هن کي استعمال ڪندو، مون کي منجهس شڪ هو ته الائي هو مون کي رقم جو اڌ حصو ڏيندو به يا نه..... سو مون کي خبر ناهي ته هو ڪٿي آهي ۽ روزي ڪٿي آهي، خبر ناهي جنڪ اها رقم سندس حوالي ڪئي يا نه.؟“

”رقم سوزر کي نه ملي آهي.“ شيني واچ ڏسندي چيو

۽ ان بعد ايلبرسن کي گهيليندو ٻاهر وٺي آيو. هن کي پنهنجي ڪار جي اڳين سيٽ تي پنهنجي پر ۾ ويهاري پاڻ اسٽيئرنگ تي ويٺو ۽ گاڏي ڪڍي پوليس هيڊڪوارٽرس تي آيو ۽ ايلبرسن کي جينٽري جي اڳيان چئي اچلائيندي چيائين:

”جينٽري، ڪنهن جاني سپاهي کي سڏ ڪر ته هن کان سچي ڪرائي ته روزي ڪٿي قيد ڪئي وڃي آهي، لوسي به پڪ سان اتي ئي هوندي.“

”پر هي آهي ڪير.“ جينٽري پڇيو.

”هي نيو آرلينس جو ايلبرسن آهي. باقي قصو هي پاڻ توکي ٻڌائيندو، ڪجهه سچ ڪجهه ڪوڙ، بهرحال مارڪ سوزر اڃا آزاد آهي ۽ هن هڪڙي رات اندر ٽي خون ڪري چڪو آهي ۽ جي اڃا لوسي ۽ روزي ڪسي قتل نه ڪيو اٿس ته اهو ان ڪري جو اڃا رقم ملڻ جي اميد اٿس.“

۽ انهيءَ کان اڳ جو جينٽري ڪو ٻيو سوال ڪري شيني تيزي سان اتان هليو ويو.

(١٨)

ٽيڪسي ڊرائيور اڳتي هڪ نهايت خوبصورت ۽ جوش اپاريندڙ خواب ڏسي رهيو هو جو هن جي زندگي جي بهترين خوابن مان هڪ هو.... ۽ جڏهن هو خواب جي خوبصورت دوشيزه کي وري پاڪر پاڻ لاءِ ٻانهون ڦهلايون ته هن جو ڳرو هٿ وچي سندس پرسان ستل زال جي ڳرم

جسم سان ٽڪريو ۽ هن جي اک کلي پئي.... اتي ئي فون جي گهنٽي وڳي. سندر سپني جي چڪناچور ٿيڻ تي هن کي ڪاوڙ ته ڏاڍي آئي پر جيئن زال مڙس ٻئي ننڊ وڃائي چڪا هئا هو اوٻاڪيون ڏيندو ٿاٻڙندو فون تي آيو. فون ۾ هن جو آواز ٻڌو سو کيس اگهه ٻڏل محسوس ٿيو، پر چٽو ياد نه آيس ته ڪنهن جو آواز هو. فون ڪرڻ واري هن کي ٽيڪسي آڻڻ جي درخواست ڪئي، هن صفا نابري واري ته هتان آواز آيو:

”مهرباني ڪر اڳئين، مون کي ڪنهن دوست ٻڌايو ته تون بيگاهه وقت ۾ به گهرو ياڙو وٺي سروس ڏيندو آهين، هي به هڪ نهايت ضروري ڪم آهي منهنجي گاڏي خراب آهي ۽ مونسان جا عورت آهي سا هن ئي وقت گهر وڃڻ چاهي ٿي سو به ان ريت جو ڪوئي کيس ڏسي به نه سگهي. توکي دل گهريو ياڙو ملندو اڳئين هاڻي مهرباني ڪر....“

”چڱو.“ اڳئين جواب ڏنو ۽ سوچيو رات جو ٻن ڪان وڌيڪ ٽائيم ٿيو آهي ۽ هن ماڻهوءَ سان ڪنهن ٻئي جي عورت آهي، سٺو ياڙو ملندو....

”اوهين آهيو ڪٿي.؟“ هن پڇيو.

”تنهنجي جاءِ کان ساڄي پاسي اٽڪل هڪ بلاڪ پري ٻوليورڊ جي هڪ سؤ انيتاليهين نمبر تي، ها هتي ئي منهنجي گاڏي خراب ٿي آهي.“

”چڱو ٺيڪ آهي، اوهين تسلي رکو آءٌ اڌ ڪلاڪ جي اندر اوهان وٽ پهچي ويندس.“

هن فون بند ڪئي ۽ ڪجهه ڪجهه زال سان پڻ ڳالهايائين جنهن ڪيس هڙتي وقت آرام ڇڏي وڃڻ کان روڪيو پئي. ”ڇري، سڄي ڏينهن ۾ ايترو پاڙو نه ملندو جو هن هڪڙي چڪر ۾ ملندو.“ هن ڪپڙا بدلائيندي چيو. ”تون بنهون ڳل ڪري سمهي پئه، آءٌ نهايت خاموشيءَ سان واپس ايندس جيئن تو کي جاڳائڻو نه پوي.“

ٻاهر نڪرڻ وقت هن جي چهري تي هڪ عجيب بي ڊولي مرڪ هئي.

پنهنجي گيرج وٽ پهچي هن چابي ان جي تالي ڏانهن وڌائي- مگر- تالو اڳ ئي کليل هو! هو سوچڻ لڳو. ”اڄ تائين نه مون ڪڏهين به اهڙي غفلت نه ڪئي آهي جو گيرج جو تالو کليل ڇڏيو هجيم.... پر اڄ شايد ڪجهه پوليس جي چڪر ۽ ڪجهه پنهنجين ڳڻتين سبب بتال ٿيو پيو هوس.... خير.“

هن گاڏي ڪڍي ۽ روانو ٿيو- اٽڪل اڌ بلاڪ جي مفاصلي تي هڪ ڪاري رنگ جي ڪار بيٺل ڏٺي پر ان ڏانهن هن ڪو گهڻو ڌيان نه ڏنو. ”ڪو ماڻهو رات جو دير سان گهر پهتو آهي ۽ ڪار گيرج ۾ بند ڪرڻ بدران رستي وٽ ئي بيهاري ڇڏي اٿس- خير.“ فقط ايترو سوچي هو اڳتي وڌي ويو- مگر- هن جي ڇهين حس هن کي ٻڌايو ته اها ڪار ٽيئون پارڻ بنان ئي هن جي پٺيان لڳي اچي.!

پر خير، هن وري به پاڻ کي پريشان ٿيڻ نه ڏنو ۽ پنهنجي گهر ٻار، پنهنجي ڪاروبار ۽ پنهنجي ذات بابت طرح طرح

جا پور پچائيندو هو فون تي پڌل پتي ڏانهن وڌندو رهيو ۽ ان سان گڏوگڏ هن جي ڇهين حس هن کي اهو پڌائڻ به جاري رکيو ته اها ڪاري رنگ جي ڪار هن جو پيڇو ڪري رهي آهي.!

هو جڏهين بوليورڊ ڏانهن مڙيو ۽ گاڏيءَ جي رفتار ڍري ڪري ڇڏيائين ته پويان ايندڙ ڪار جي رفتار به ڍري ٿي. نيٺ هو پڌايل هنڌ تي پهتو. اتي هڪڙو شخص هڪ ڪار جي پٺ ۾ ويٺو هو. اڳيو گاڏي روڪي ۽ ان جون هيڊ لائٽس بند ڪري پويان جهڪي گاڏي جو پويون دروازو کولي ڇڏيائين ته جيئن اها عورت اهڙي طرح اچي گاڏي ۾ ويهي جو ڪير هن کي ڏسي نه سگهي جيئن ڪيس چيو ويو هو- "پلا جي پوء به ڪا ڳالهه ٿي ته چئي سگهندس ته مون هن کي ڏنو ئي ڪونه هو تنهن ڪري سچائپ جو ڪهڙو سوال." هڪ پل لاءِ اهو خيال هن جي ذهن ۾ آيو ۽ هو پنهنجي انهيءَ اٽڪل تي خوش ٿيڻ لڳو- مگر اتي ڪا عورت نه هئي بلڪ اهو ماڻهو جو سندس انتظار ۾ هو آهستگيءَ سان هن ڏانهن وڌيو- هن کي خاڪي سوٽ پيل هو، مٿي تي ڪافي جهڪيل خاڪي ٽوپلو هوس ۽ بت ۾ بريل ٿلهو ٿيرو ماڻهو هو اڌڙوٽ عمر جو.! اڳيو جي ويجهو اچي هن سوال ڪيو:

"تون ئي اڳيو آهين.؟"

"جي ها بالڪل."

اهو ماڻهو وڌيڪ ڪجهه ڪچڻ پڇڻ کانسواءِ اڳيو

جي ٽيڪسي جي پوئين خاني ۾ سوار ٿيڻ لڳو- ايتري ۾ ٻي ٽيڪسي جو پيڇو ڪندڙ ڪار پـر واري گهٽيءَ مان هڪدم نڪري ظاهر ٿي ۽ ٽيڪسي ۽ اهو شخص ان جـي تيز روشني ۾ چٽ ٿب ٿي ويا. اهو ڏسي اهو شخص هڪدم ٽيڪسي مان لهي پـر وارن ٻوٽن جي جهڳٽن ڏانهن ڀڄڻ لڳو تنهن ٿي اها ڪار هڪدم بيهي وئي ۽ ان مـان هڪ شخص هڪ پستول سميت تيزي سان ٻاهر آيو ۽ پستول جو رخ ڀڄنـدڙ شخص ڏانهـن ڪري للڪار ڪيائيـن. ”بيهي وڃ.!“ ۽ عين ان ئي وقت خـود اگنيو جي ٽيڪسيءَ ۾ سندس پرسان ٿي چرپر ٿـي ۽ ماڻڪ شيني ٻـي طرف وارو دروازو کولي ٻاهر نڪري آيو.!! ها، هو ٽيڪسي ۾ لڪو ويٺو هو.! هن اگنيو جـي گيرج کولي هن جي ٽيڪسي ۾ پنهنجو پاڻ لڪائي ويهاريو هو.!

شيني جي هٿ ۾ به پستول هو پـر ان جو رخ ڀڄندڙ ماڻهوءَ ڏانهن ڪرڻ جـي بـدران ڪار مـان لهندڙ ماڻهوءَ ڏانهن ڪري رڙ ڪيائين: ”گولي نہ هلائجو.!“ مگر جيئن تـہ خاڪي ڪپڙن وارو شخص بيهڻ جي بدران ڀڄندو ئي رهيو ان ڪري ڪار مان لهندڙ شخص فائرنگ شروع ڪري ڏني جنهن جي نتيجي ۾ اهو شخص ڪري پيو ۽ ٿورو وقت ڦٿڪڻ بعد ٺنڊو ٿي ويو.! اهو سڀڪجهہ ڪن پل ۾ ٿي ويو.! فوتي ڪي بيهڻ جو حڪم ٿيو هو تـہ بيٺو، شيني گولي نـہ هلائڻ لاءِ رڙيون ڪندو رهيو پر ڀڄندڙ شخص تـي گولي هلي ۽ هو ڏڪجي ختم ٿي ويو.

اها ڪار پوليس جي هئي ۽ هاڻي ان مان ٻه ٻيا سپاهي ٻه بندوقون سنڀالي لهي آيا هئا. شيني پستول هلائيندڙ ڏانهن مخاطب ٿيو:

”ڪمبختو! ڪجهه صبر ته ڪريو ها ته آءٌ ان شخص کي جيئرو گرفتار ڪريان ها، صفا ڪي پوڪ آهيو.“

”چڱو هاڻي چپ ڪر شيني.“ پستول بردار پوليس عملدار چيو. ”اسان کي ڪا خبر هئي تہ تون ٽيڪسي ۾ لڪل آهين نہ تہ ڪٿي ڇڏي ڏيونس ها تہ ڀلي ڀڄي وڃي ها.“ اهو پوليس عملدار سارجنٽ لافتس هو جنهن جو لوسي جي گهر ۾ شيني سان ڪجهه تڪرار ٿيو هو. لافتس اڳتي وڌي لاش کي اٿلائي سڌو ڪيو جنهن جو اڌ منهن گولي لڳڻ سبب چچرجي ويو هو. هن شيني کان پڇيو:

”سڃاڻين ٿو هي ڪير آهي.“

”مون هن کي اڳ ڪڏهين نہ ڏٺو آهي.“ شيني اچا ڪروڊ ۾ پيريو ٻيٺو هو. ”پر اوهين هن کي ضرور سڃاڻي سگهندا، ڏسو مٿان هي اوهان جي ڪاتي جو ڪو عملدار هجي، مٿان نيو آرلينس پوليس جو جاسوس مارڪ سوزر هجي.“

”ها.“ لافتس چيو. ”جينٽري صاحب ٻڌايو هو تہ سوزر زنده آهي ۽ ڏوهہ ڪري رهيو آهي، برابر، ۽ جي ائين آهي تہ پوءِ هن جو مرڻ ئي بهتر هو پوليس جو عملدار ٿي ڪري ڏوهہ ڪري اها ڪيڏي نہ خراب ڳالهہ آهي.“

”هن کي تہ مرڻ کپندو هو پر لوسي ۽ هڪ ٻي عورت هن جي قيد ۾ آهن، مون هڪ ٻيو ئي منصوبو سٽيو هو فقط

ٻہ منٽ مون کي اڪيلو ملي وڃي ها تہ منھنجو منصوبو ڪامياب ٿي وڃي ها. رڳو اوھين وچ ۾ نہ ٽپو ها جنھن جو مون کي اڳ ئي ڊپ ھو. ھاڻي ھي ڪنھن کي ڇا ٻڌائي سگھندو!“ شيني اچا ڪاوڙيل ۽ بيزار ھو.

اھو ٻڌي لافتس فوٽيءَ جا کيسا ڦلھوڙڻ لڳو تہ ھڪڙي کيسي مان ھن کي ھڪ چٺي ملي. ھو چٺي کولي ڪار جي تيز بتيءَ جي روشني ۾ جھلي ڏاڍي غور سان پڙھڻ لڳو. چٺي پڙھي ھن ڏک ۽ ارمان سان شيني ڏانھن نھاريو ۽ چٺي ھن کي ڏئي ڇڏي. شيني چٺي پڙھڻ لڳو:

—”پياري ۽ پيارا سائين—!

منھنجي دل پيڙا کان چور چور ٿي رھي آھي، مون برابر حماقت ڪئي، ۽ ان ڪري ئي، پيارا، شايد منھنجو ھي تو ڏانھن آخري محبت نامون آھي....

حقيقت ۾ ھيئن ٿيو جو مون مرده خاني ۾ وڃڻ جي حماقت ڪئي اتي مون کي اھو ماڻھو مليو جنھن کي مون ڪاز وي چونڪ تي تو وارو پارسل ڪار ۾ اڇلائي ڏنو. ھن مون کي ۽ روزيءَ کي قيد ڪري ڇڏيو آھي، ھن وقت اسين ھڪ خالي جاء ۾ ھڪ ٿڌي ۽ ھوا بند ڪمري ۾ رسين سان جڪڙيا پيا آھيون ۽ جي تون يا ڪو ٻيو اسان جي واھر لاء نہ آيا تہ ساھ گھٽجڻ سبب يا بک کان نيٺ اسان جا پساہ پورا ٿي ويندا. شيني پيارا، ھن شخص کي ڪو نقصان رسائڻ جي ڪوشش نہ ڪجان نہ تہ موت اسان جو مقدر آھي، ھو سمجھي ٿو تہ اھا ستر ھزار ڊالرن جي رقم تو

وٽ آهي، خبر نہ آهي تہ اها رقم توهان ڪئين هٿ ڪري سگهندين پر جي تو اهو مال هن جي حوالي نہ ڪيو تہ پوءِ اسان کي جان جو نذرانو ڏيڻو پوندو،—

جڏهين تون هي خط پڙهي رهيو آهين شيني، پيارا شيني، تہ اهو يقين رکجانءِ تہ آءٌ زندگي جي آخري دم تائين توکي چاهينديس...."

— لوسي

(١٩)

شيني جي ڪمري ۾ هڪ ميز تي پيئڻ لاءِ ٽي بوتلون رکيون هيون. هڪ صفا خالي ۽ ٻي اڌ خالي تن سان گڏ گلاس جن ۾ برف جا ٽڪرا پيل هئا سي بہ اڌ اڌ خالي،

۽ انهيءَ ئي ميز تي اها رقم بہ رکي هئي.... سموري رقم، نوان نوان ڪڙڪ نوٽ ننڍيون ننڍيون بنڊيون سڀ هڪ ٻي جي مٿان ترتيب سان ٺاهي رکيل، ۽ هيٺ فرش تي هڪ چمڙي جو ننڍي بيلٽ اڇليو پيو هو جنهن جا سڀ خانا کليل ۽ خالي هئا. بوتلن جي پرسان ئي لوسي جو لکيل اهو خط بہ رکيو هو. پوليس عملدار جينٽري ۽ ڊيلي نيوزجو عيوضي ٽم بہ ميز وٽ موجود هئا. ٽم نوٽن جي هڪ هڪ ٿهيءَ کي کڻندو ڳڻيندو رکندو ٿي ويو جڏهين تہ جينٽري ڏاڍي اطمينان سان هڪ آرام ڪرسي تي ويٺو شيني جي چهري ۾ تڪي رهيو هو جيڪو ڏاڍي بي چيني جي حالت ۾

ڪمري جي هڪ ڪنڊ ڪان ٻي ڪنڊ تائين اچ وڃ ڪري رهيو هو. هن جي هٿ ۾ گلاس هو جنهن مان رکي رکي سرڪ به پيئندو ٿي ويو. هي ٽيو دفعو هو جو جينڙي وري شيني کي ڇوڻ لڳو.

”شيني آءٌ وري به چوان ٿو ته پوليس عملدارن جو ان ۾ ذرو به ڏوه نه هو جو هنن مارڪ سوزر کي شوٽ ڪري ڇڏيو آءٌ تو کي ڏوه تنهنجو ڏيان پر اينرو چوندس ته تون سڀ معاملا پنهنجي هٿ ۾ نه. ڪٿين ها ڪجهه اسان تي ڀروسو ڪري صبر ڪرين ها ته سوزر زنده هٿ اچي وڃي ها. هنن کي اها خبر نه هئي ته ڪو تون اچي اتي موجود ٿيندين.“

”۽ مون کي اها اميد نه هئي ته تنهنجا عملدار اچي اتي پرگهٽ ٿيندا، مون جيڪا سٽا سٽي هئي سا سڄي ٻاڏوان ڊول ٿي وئي جنهن لاءِ مون ريڊيو تان خبر نشر ڪرائي جنهن سبب سوزر کي پڪ ٿي ته رقم ٽيڪسي ۾ موجود آهي ۽ هي ته ٽيڪسي هن وقت به طلب ڪري سگهي.“

”جيئن تنهنجي رٿا موجب تو سمجهيو ته جڏهن برسٽو اها رقم پڪ سان اگهيو جي ٽيڪسي ۾ لڪائي آهي ۽ بعد ۾ هو اتان اها رقم ڪڍڻ ايندو تيئن سوزر به تنهنجي رٿا موجب ڏي اها ٽيڪسي گهرائي ته ان مان رقم ڪڍي ۽ هنن پوليس عملدارن به اهو سمجهي ٽيڪسي کي اک ۾ رکيو ته سوزر ان ۾ ئي ملندو ۽ رقم سميت ملندو، پر هو جيئن ته پهچڻ لڳو تنهن ڪري هنن کي گولي هلائڻي پئي. جڏهن توڙي سوزر کي ته رقم نه ملي البت تو اها اگهيو

جي ٽيڪسي مان هٿ ڪري ورتي ۽ هو موت جي منهن ۾ هليا ويا. آءٌ ميجان ٿو ته لوسي ۽ روزي جي خبر انهيءَ سوزز ڪانسواءِ ٻي ڪنهن کي نه هئي پر هو زنده نه مليو پر اسين بهرحال پوري ڪوشش ڪنداسين ته هو ٻئي زنده سلامت ملي وڃن اسان وٽ پوليس فورس آهي اسين ميامي جي هر خالي ڪيل جاءِ جي فهرست ناهي چڪا آهيون ۽ ان موجب ڇاپا هڻنداسين، تنهن ڪانسواءِ سڀاڻي جي اخبارن ۾ اسان طرفان اپيل شائع ٿيندي ته ٻين خالي پيل جاين جو ڏس پتو ڏنو وڃي. تون تسلي رک شيني اسين سڀاڻي شام تائين لوسي ۽ روزي کي هٿ ڪري وٺنداسين."

"شرط اهو آهي ته هو زنده هجن." شيني لوسي جو خط کڻندي چيو. "هو هڪ هوا بند ڪمري ۾ قيد آهن. سڀاڻي تائين زنده به رهي سگهنديون.!"

هيستائين ٽم رقم ڳڻي چڪو هو، هن ٻڌايو "چوهتر هزار آهن." پوءِ هو شيني کي چوڻ لڳو:

"حقيقت ۾ ڪوبه ڪمرو هوا بند هوندوئي نه آهي. ها، البت جي توکي لوسي جو اينروئي فڪر آهي ته پوءِ تون پنهنجو اهو اصول وري ڇو نٿو آزمائي ڏسين جو تون شروع ۾ آزمائيندو هئين– يعني اهو معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪر ته متان انهيءَ ئي خط ۾ لوسي توڏانهن ڪو لڪل پيغام موڪليو هجي.!"

"اها ڪوشش ته آءٌ اڳ ئي پيو ڪريان ۽ اوهين منهنجي انهيءَ ڪوشش تي مونتان ڪلو پيا." شيني چڙندي

چيو. ”ڏسو، هن لکيو آهي. ’منهنجا پياري ۾ پيارا سائين.‘ اتي به، هن جو کو اشارو آهي، هو مونکي پيارا ضرور سڏيندي هئي پر ڪڏهين مالڪ يا سائين يا باس نه چوندي هئي ۽ جڏهن باس سڏيندي هئي ته پيارا نه چوندي هئي ۽ هي جو لکيو اٿس ته – ’شايد هي منهنجو توڏانهن آخري محبت نامو هجي.‘ تنهن ۾ به کو اشارو آهي چاڪاڻ ته هن اڄ تائين مون ڏانهن کو محبت نامو لکيو ئي ناهي ته پوءِ هي آخري محبت نامون ڪيئن ٿيو.؟“

”اهو ته ٿي سگهي ٿو ته تڪڙ، پريشاني ۽ خوف ۾ هو اهڙا جملا لکي ويٺي هجي ۽ لڪل اشارن سان خط ڏاهڻ جي مهلت نه ملي هجيس.“

”لوسي ايتري بزدل به نه آهي، پر خير، تڏهين به انهي ۽ خوف ۽ پريشاني جي هوندي به هن مونڏانهن کو لڪل پيغام ضرور موڪليو آهي مونکي بنا وقت وڃائڻ جي هن خط مان کو مطلب ڪڍڻ گهرجي.“

ايئن چئي هو وري خط جي تحرير ۾ چڻ غرق ٿي ويو. هڪ خط جي لکڻي ان جي مختلف زاوين ۽ ترتيب تي غور به ڪندو رهيو ۽ گڏوگڏ پڻ پڻ به ڪندو رهيو.

”ڏسو، هن لکيو آهي- ’مال‘، پهلا اهو لفظ به کو لکڻ جو آهي، پڪ سان ان لفظ ۾ به، کو اشارو آهي، باقي اوهين اهي اشارا سمجهڻ ۾ منهنجي مدد ڪرڻ بدران رگهو وينا مٺا ڏوٽيو.“ هن کاوڙ مان گلاس زور سان پٽ تي ڦهڪائي ڪڍيو ۽ اهو پڇي پرزا پرزا ٿي پيو. ٽم ۽ جينٽري

هڪ ٻي ڏانهن تڪيندا رهيا، ڀلا ڪجهه سمجهه ۾ اچين نه ڳالهائين به.! نيٺ تہ جينٽري کي چيو:
”شايد تنهنجي عملي ۾ ڪو سابق فوجي عجي جو لڪل اشارن جو مطلب ڪڍي سگهي.“
جينٽري کي ياد آيو تہ سندس عملي ۾ هڪ سابق فوجي ميجر يا ڪرنل آهي، هن انهيءَ سابق فوجيءَ کي گهرائڻ جو ارادو ڪيو تہ شيني رڙ ڪئي:
”اوڙاه ۾ وڃي پوي تنهنجو اهو فوجي ماهر، اهو پياري ۾ پيارا سائين جهڙا اکر سمجهي ڏيندو؟ چريا تہ نہ ٿيا آهيو، ڪيڏي نہ افسوس جي ڳالهہ آهي، لوسي مونسان پٺي ڳالهائي ۽ آءٌ سمجهي نہ پيو سگهان.!.... منهنجو دماغ چونہ پيو ڪم ڪري جو آءٌ لوسي جي خط جي جملن ۾ لڪل معنائون سمجهي سگهان.!“
هن وري هڪ گلاس پريو ۽ وري خط جي اکرن تي غور ڪرڻ ۽ پڙهڻ لڳو. تہ ۽ جينٽري هن سان سهڪار بہ ڪري رهيا هئا ۽ انهيءَ انتظار ۾ بہ رهيا تہ هو ڪو مطلب ڪڍي وٺي. هنن کي بہ يقين ٿي چڪو هو تہ لوسي هن ڏانهن ضرور ڪو لڪل پيغام موڪليو آهي پر هو بہ اوترائي بي‌وس هئا جيترو هن وقت خود شيني هو. شيني هڪ هڪ اکر وري وري اچاريندو انهن جو مطلب ڪڍڻ لاءِ دماغ لڙائيندو رهيو، تہ ۽ جينٽري هن جي هر ڳالهہ تي ها ۾ ها ملائيندا هن جو حوصلو وڌائيندا رهيا.... وقت نڪرندو ويو. نيٺ شيني گهگهي آواز ۾ هنن کان سوال ڪيو:

”هون، يار پڪو ته سهي، هتي ميامي ۾ ڪا **سالٽيئر اسٽريٽ** به آهي ڇا؟“

”ها آهي ته سهي!“ ٽم هڪدم جواب ڏنو. ”شهر جي اترئين پاسي وارين گهٽين مان هڪ آهي جيڪا هڪ ٻي گهٽي بسڪئني بوليوارڊ مان لنگهندڙ آهي جا اپسمنڊ جي ڪناري جي آخري گهٽي آهي.“

شيني هڪدم ٽپ ڏئي اٿيو ۽ جوش ۾ ڀرجي جينٽري کي چوڻ لڳو:

”جينٽري، تون جلد پنهنجي هيڊڪوارٽر تي فون ڪر ۽ سپاهين کي انهيءَ والٽيئر اسٽريٽ پهچڻ جو حڪم ڏي- هتا اتي ئي هڪ خالي جاءِ ۾ لوسي قيد رکي وئي آهي- جلدي ڪر.“ ايئن چئي هن فون جو رسيور کڻي جينٽري جي هٿ ۾ ڏنو ۽ پاڻ پنهنجو ٽوپلو کڻي ٽم کي ساڻ ڪري وڏيون وڏيون وکون کڻندو ڪمري کان ٻاهر نڪتو جڏهين ته جينٽري فون ڪرڻ کي لڳي ويو.

ٿوري ئي دير ۾ شيني ۽ ٽم پنهنجي ڪار ۾ ۽ پوليس جو اٿالو ٽن ڪارن ۾ جن جا سائرن زور زور سان وڄي رهيا هئا سالٽيئر اسٽريٽ جي انهيءَ خالي جاءِ تي پهچي ويا- ۽ ان بعد جلد ئي پوليس جا سپاهي لوسي ۽ روزي کي سهارو ڏيندا ان عمارت مان ٻاهر وٺي آيا. شيني اڳتي وڌي لوسي کي پنهنجي ڀاڪر ۾ ڀريو جا خوشي ۽ نجات جي احساس کان سڏڪا ڀري رهي هئي. هن جو منهن دز ۽ لڙڪن سبب گدلو ٿي ويو هو.

”اوسي، پياري سڀ ٺيڪ ٿـي ويـو، تـون دل وڏي ڪر.“ شيمٽي هن کي آٿت ڏنو.

”مون کي يقين هو تـہ تون ايندين شيمٽي، منهنجي دل شاهدي ٿي ڏني تہ تون ضرور ايندين، پر جيئن هو ظالم چئي ڪئي ويو آءٌ اوسيئڙي جي اوڙاه ۾ رهيس ۽ خبر نہ هئي تہ ڪيترو وقت ان اوڙاه ۾ رهبو.“

”سڀ ٺيڪ ٿـي ويو لـوسي، مـون تنهنجي خط مـان مطلب ڪڍي ورتو، تو بہ ڏاڍي هوشياري ڪئي.“

”پر مون کي بہ تہ ٻڌايو.“ ٽم اڳتي وڌي چيو. ”تو خط مان سالتيئر اسٽريٽ جو مطلب ڪيئن ڪڍيو، مونکي بہ آخر جلد پنهنجي اخبار کي خبر موڪلڻي آهي.“

”ٻڌ ٽم، لوسيءَ هوشياري ڪري خط ۾ اهڙا اکر لکيا جن مان هرهڪ جو آخري حرف ڪڍي ملائبي ڏس تہ لفظ سالتيئر اسٽريٽ بنجي ٿو. * مون ڏاڍو مٿو هنيو نڌهين نيٺ انهيءَ نتيجي تي پهتس، ۽ پاڻ وقت سر ان جاءِ تي پهچي وياسين. سوزر جـي زنده هوندي هنن جي جان کـي ايترو خطرو نہ هو جيترو هن جي مرڻ بعد پيدا ٿيو، جي دير ٿئي ها تہ هنن جو بچڻ مشڪل هو.“ ✻

* خط جي انگريزي تحرير ايئن ٺي لکيل آهي جو ان جي هـر لفظ جـو آخري حـرف ڪڍي ملائڻ سان لفظ سالتيئر اسٽريٽ بنجن ٿا، پر ظاهر آهي تہ ترجمو ٿيل لفظن مان اهو ساڳيو نتيجو تہ نٿو ڪڍي سگهجي ۽ جـي اهي اکر ڳاهڻ جي ڪوشش ڪجي ها تـہ خط جـو اصل مضمون گم ٿي وڃي ها. ان ڪري هتي سمجهاڻي ڏني وئي آهي. (مترجم).

## نيو فيلڊس جا جلد ايندڙ ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| ۰۱ | ٻڙ جي ڇانوَ اڳي ڪان گهاٽي (شاعري) | شيخ اياز |
| ۰۲ | رڻ ۽ رڃ جو اتهاس (ڪهاڻيون) | نورالهدي شاه |
| ۰۳ | جت جر وهي ٿو جال (سفرنامو) | الطاف شيخ |
| ۰۴ | وڄون وسڻ آيون (شاعري) | شيخ اياز |
| ۰۵ | انقلابي ماءُ | مترجم: آزاد قاضي |
| ۰۶ | اڪ سور (ناول) | رابندرناٿ ٽئگور |
| ۰۷ | ماسترياڻي (ناول) | مترجم: نجم عباسي |
| ۰۸ | شاه لطيف جي شاعري (ڀاڱو I، II ۽ III) | تنويرعباسي |
| ۰۹ | ڀاپ ۽ ڀيڙا (ناول) | رشيد ڀٽي |
| ۰۰۱ | منهنجا شهر منهنجا ماڻهو | لوڪرام ڏوڏيجا |
| ۰۱۱ | سورن سانڊياس (ناول) وڪٽرهيوگو | فضل احمد بچاڻي |

### پڙهندڙن لاءِ خوشخبري

نيو فيلڊس جا هڪ ئي وقت گهٽ ۾ گهٽ ۱۵ عدد ڪتاب گهرائڻ تي ۳۰ فيصد رعايت. ۱۰ عدد ڪتاب گهرائڻ تي ۲۰ فيصد رعايت ۽ ۵ عدد ڪتاب گهرائڻ تي ۱۰ فيصد رعايت ڏني ويندي. ڪتابن جي لسٽ يا ٻي معلومات گهرائڻ لاءِ جوابي لفافو موڪلڻ ضروري آهي.

### نيو فيلڊس ڪتاب گهر

لبرٽي مارڪيٽ، پرسان سول اسپتال حيدرآباد سنڌ.

حيدرآباد ۾ سنڌي ڪتابن جو واحد دڪان جنهن کان روبرو يا V.P پوسٽ ذريعي هر سنڌي ڪتاب گهرائي سگهو ٿا. جواب لاءِ جوابي لفافو موڪلڻ ضروري آهي.

جلد شايع ٿي رهيو آهي

شيخ اياز جو نئون ڪتاب

## ”ٻڙ جي ڇانو اڳي ڪان، گهاٽي“

ان ڪتاب ۾ ابراهيم جويو جو طويل مهاڳ لکيل آهي.

---

ڪربلا ۾ جلاوطن
ڪان پوء
مشهور ليکڪا نورالهديٰ شاه
جو نئون ڪتاب

## ”رڻ ۾ رچ جو اتهاس“

جلد شايع ٿي رهيو آهي.

نيو فيابڊس طرفان

مراج جا شايع ٿيل ٻہ ناول

"پڙاڏو سوئي سڏ"

"مرڻ مون سين آءُ"

(پڙاڏو سوئي سڏ - ٻيا ڱو ڀيو)

اڇي ڪاغذ تـي ڇپيل- صفحا ٢٨٨- خوبصورت ٽائيٽل

قيمت هرهڪ ڪتاب جي -/٤٠ رپيا.

---

الطاف شيخ جو تازو شايع ٿيل ڪتاب

"ڏاهي جهرڪي ۽ ٻيون آکاڻيون"

هڪ اهڙو ڪتاب جيڪو نہ صرف ٻارن بلڪ وڏن لاءِ بہ دلچسپ ۽ اهميت وارو آهـي. آفسيٽ پيپر تـي ڇپيل- خوبصورت ٽائيٽل- قيمت- -/٢٠ رپيا.

## نيو فيلڊس پبليڪيشنس جا شايع ٿيل ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٠١ | بين الاقوامي قانون ۽ تنظيم | فيروز احمد | -/٢٠ |
| ٠٢ | جيل ۾ ٢٢ مهينا (ڀاڱو ١) | طارق اشرف | (ختم) |
| ٠٣ | اڌ ملاقات (خط) | طارق اشرف | -/١٢ |
| ٠٤ | جيل گهاريم جن سان | طارق اشرف | (ختم) |
| ٠٥ | جيل ۾ ٢٢ مهينا (ڀاڱو ٢) | طارق اشرف | -/١٢ |
| ٠٦ | زندگيءَ جو تنها مسافر (ڪهاڻيون) | طارق اشرف | (ختم) |
| ٠٧ | ٤- مارچ ۽ سنڌي جوڌا | — | (ختم) |
| ٠٨ | بهترين ڪهاڻيڪارن جون بهترين ڪهاڻيون | — | (ختم) |
| ٠٩ | اونداهي ڌرتي روشن هٿ (ناول) | آغا سليم | (ختم) |
| ٠١٠ | رات منهنجي روح ۾ | غلام نبي مغل | (ختم) |
| ٠١١ | ٣٠ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ١) | — | (ختم) |
| ٠١٢ | ٿڌا چپ (ڪهاڻيون) | ايشور چندر | (ختم) |
| ٠١٣ | وايون وڻجارن جون (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/١٢ |
| ٠١٤ | ٣٠ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ٢) | — | (ختم) |
| ٠١٥ | بندر بازاريون (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/١٢ |
| ٠١٦ | شڪليون (خاڪا) | عبدالقادر جوڻيجو | (ختم) |
| ٠١٧ | يادگار ڪهاڻيون | مختلف ڪهاڻيڪار | (ختم) |
| ٠١٨ | ٽين دنيا جون ڪهاڻيون | ولي رام ولڀ | (ختم) |
| ٠١٩ | عظيم ڪهاڻيڪارن جون عظيم ڪهاڻيون | — | (ختم) |
| ٠٢٠ | دل اندر درياهه (ڪهاڻيون) | مدد علي سنڌي | (ختم) |
| ٠٢١ | دل جو بندر (ناول) | اڻورل آئيوڊس/نصير اعجاز | (ختم) |
| -٢٢ | رهيل قرض (ڪهاڻيون) | ظفر حسن | -/١٢ |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ۲۳. | درد جي خوشبو (ناول) | | قاضي خادم | -/۲۰ |
| ۲۴. | کنهن سان سور سليان | مرتب: | فيروز احمد | (ختم) |
| ۲۵. | فکر جي آزادي | مترجم: | ابراهيم جويو | (ختم) |
| ۲۶. | منهنجو ساگر، منهنجوساحل | | الطاف شيخ | -/۱۶ |
| ۲۷. | غلامن جو ٻيڙو (ناول) | | دوست محمد پٿي | (ختم) |
| ۲۸. | سي ئي جوين ڏينهن (سفرنامو) | | الطاف شيخ | -/۱۵ |
| ۲۹. | عاشي | | هينري رائڊر هئگرڊ/فضل احمد بچاڻي | (ختم) |
| ۳۰. | سي ٻيڙيون رکين پاڇهه سين | | الطاف شيخ | -/۲ |
| ۳۱. | سڌارٿ (ناول) | | هرمن هيس/فضل احمد بچاڻي | (ختم) |
| ۳۲. | چپان رس (ڪهاڻيون) | | الطاف شيخ | (ختم) |
| ۳۳. | روح جي ڳولا | مترجم: | فضل احمد بچاڻي | (ختم) |
| ۳۴. | درد جا ڏينهن، درد جون راتيون | | طارق اشرف | (ختم) |
| ۳۵. | سانباهو سمونڊ جو (سفرنامو) | | الطاف شيخ | (ختم) |
| ۳۶. | سورج هوندي مرجهايل | | نجم عباسي | (ختم) |
| ۳۷. | آسيه | | هينري رائڊرهئگرڊ/فضل احمد بچاڻي | -/۲۰ |
| ۳۸. | قلندر | | قرت العين حيدر/مدد علي سنڌي | -/۱۲ |
| ۳۹. | الطاف شيخ جي نوٽبڪ تان | | الطاف شيخ | -/۱۲ |
| ۴۰. | سزا جا سڪ | | آسڪر وائلڊ/فضل احمد بچاڻي | -/۱۲ |
| ۴۱. | بهترين سفرناما | | الطاف شيخ | (ختم) |
| ۴۲. | للڪار (ڪهاڻيون) | | نجم عباسي | (ختم) |
| ۴۳. | ٿڪل سريت | | البرٽومورواويا/وليرام ولڀ | -/۱۵ |
| ۴۴. | لنڊن ڏائين لفٽ (ڪهاڻيون) | | الطاف شيخ | -/۱۲ |
| ۴۵. | تصوير جو خون (پڪچر آف ڊورين گري) (ناول) | مترجم: | فضل احمد بچاڻي | -/۲۵ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٤٦. | حليم شو | حليم بروهي | ١٥/- |
| ٤٧. | ٻارن جون آکاڻيون | الطاف شيخ | (ختم) |
| ٤٨. | سپون | خليل جبران/فضل احمد بچاڻي | (ختم) |
| ٤٩. | سفر يورپ جي ڊائري | قاضي عبدالمجيد عابد | ٢٥/- |
| ٥٠. | آزادي خاطر(ڪهاڻيون) | مرتب: فيروز احمد | (ختم) |
| ٥١. | چانديءَ جون تارون | ماهتاب محبوب | ١٦/- |
| ٥٢. | مس سدا بهار چنبيلي (ناول) | الطاف شيخ | ٢٠/- |
| ٥٣. | پيار ڪهاڻي (ناول) | نجم عباسي | ٤٠/- |
| ٥٤. | نيگرو عشق ۽ بغاوت | مترجم: نصير اعجاز | (ختم) |
| ٥٥. | شرم ٻوٽي (ناول) | گوبند مالهي | ١٢/- |
| ٥٦. | اکيي ايئن هياس(جلد ١) | فضل احمد بچاڻي | ٢٠/- |
| ٥٧. | پره ڪان پهرين (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | ١٦/- |
| ٥٨. | بلنديون (ناول) | نجم عباسي | ١٦/- |
| ٥٩. | رڃ ۽ پاڇا (ناول) | موهن ڪلپنا | ١٦/- |
| ٦٠. | مون توکي پيار ڪيو | پوپٽي هيراننداڻي | ١٢/- |
| ٦١. | آڀل ڙي اولاڻا (ڪهاڻيون) | علي بابا | ٢٠/- |
| ٦٢. | شاهه لطيف جي شاعري | تنوير عباسي | (ختم) |
| ٦٣. | آپٽي گهوٽ ته نشا تيوٽي | لوڪرام ڏوڏيجا | ٢٥/- |
| ٦٤. | موهن جو دڙو (ناول) | علي بابا | (ختم) |
| ٦٥. | ادوعبدالرحمان(ڪهاڻيون) | امرلعل هنگوراڻي | ١٢/- |
| ٦٦. | ڌرتي روشن آهي (ڪهاڻيون) | آغا سليم | ٢٥/- |
| ٦٧. | دارون هن ديواني جو(ڪهاڻيون) | نجم عباسي | ٢٠/- |
| ٦٨. | پيغامبر | خليل جبران/ستار | (ختم) |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٠٦٩ | همہ اوست (ناول) | آغا سليم | -/٢٠ |
| ٠٧٠ | اداس واديون (ڪهاڻيون) | حميد سنڌي | -/١٢ |
| ٠٧١ | آئيني جي اڳيان | ١٧ ساهتڪار | -/١٢ |
| ٠٧٢ | چنڊ چنبيليءَ ول (شاعري) | شيخ اياز | -/٣٠ |
| ٠٧٣ | لهرلهر زندگي (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | -/٢٠ |
| ٠٧٤ | اڻون ماڻهو (ڪهاڻيون) | سراج | (ختم) |
| ٠٧٥ | ٻہ ننڍا ناول (ٻہ ناول) | آغا سليم | -/٢٢ |
| ٠٧٦ | اڳي ايئن هياس (جلد ٢) | فضل احمد بچاڻي | -/٢٥ |
| ٠٧٧ | رڻ ني رم جهم (شاعري) | شيخ اياز | -/٣٢ |
| ٠٧٨ | وات ويندي | علي احمد بروهي | -/٣٠ |
| ٠٧٩ | مڪليءَ کان ملاڪا تائين | الطاف شيخ | -/٢٥ |
| ٠٨٠ | ڪهاڻي جو قافلو | نجم عباسي | -/١٥ |
| ٠٨١ | ساهيوال جيل جي ڊائري | شيخ اياز | -/٣٥ |
| ٠٨٢ | سنگاپور ويندي ويندي (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/٢٥ |
| ٠٨٣ | چنڊ جا تمنائي (ڪهاڻيون) | آغا سليم | -/١٦ |
| ٠٨٤ | ڀڳت سنگهہ کي ڦاسي | شيخ اياز | -/١٥ |
| ٠٨٥ | ست يوگوسلاويائي آکاڻيون | جڳت آڏواڻي | -/١٠ |
| ٠٨٦ | ست ڪشميري آکاڻيون | ايشور چندر | -/١٢ |
| ٠٨٧ | ڀن ڇڻ ۽ چنڊ (شاعري) | آغا سليم | -/١٠ |
| ٠٨٨ | ڪوالالمپور ڪڇهہ ڪوه | الطاف شيخ | (ختم) |
| ٠٨٩ | ڪپر ٿو ڪن ڪري (شاعري) | شيخ اياز | -/٤٥ |
| ٠٩٠ | سڏن مٿي سڏڙا | علي احمد بروهي | -/٢٥ |
| ٠٩١ | گانڌي | لوئي فشر/نجم عباسي | (ختم) |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٩٢. | پگهل ڪنيڙاتيون | خليل جبران/عبدالله الفائز | ١٥/- |
| ٩٣. | ماسترهريامجو بئنڪاڪ وچڻ.... | الطاف شيخ | ٤٠/- |
| ٩٤. | ڪي جو پيچل پوليو(شاعري) | شيخ اياز | ٢٥/- |
| ٩٥. | سرهي سرهي سار(سفرنامو) | ماهتاب محبوب | ٣٥/- |
| ٩٦. | خط، انٽرويو ۽ تقريرون | شيخ اياز | ٦٥/- |
| ٩٧. | دنگيءَ منجهه درياهه | الطاف شيخ | ٤٥/- |
| ٩٨. | ڏيئا تيل قليل جا | علي احمد بروهي | ٣٠/- |
| ٩٩. | راج-گهاٽ تي چنڊ (شاعري) | شيخ اياز | ٤٠/- |
| ١٠٠. | موتي جي مهراڻ جا | مرتب: فيروز احمد | ٥٥/- |
| ١٠١. | تلاش (ناول) | نجم عباسي | ٣٠/- |
| ١٠٢. | لڙيو سج لڪن ۾ (شاعري) | شيخ اياز | ٢٠/- |
| ١٠٣. | ڏاهيجهرڪي ۽ ٻيون آکاڻيون | الطاف شيخ | ٢٠/- |
| ١٠٤. | مرڻ مون سين آهُ (ناول) | سراج | ٤٠/- |
| ١٠٥. | پڙاڏو سوئي سڏ (ناول) | سراج | ٤٠/- |

گهرائڻ لاءِ لکو: نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

هي جاسوسي ناول مشهور امريڪي جاسوسي ناول نگار بريٽ هيليڊي (Brett Halliday) جي گهڻي دلچسپ ناول Death Has Three Lives جو مڪمل ترجمو آهي.

هن ناول جي هڪ وڏي خوبي هيءَ آهي جو هي ٻين مقبول جاسوسي ناولن کان نرالو ۽ منفرد آهي ڇاڪاڻ ته هن ۾ رڳو سنسني پيدا ڪندڙ واقعات جي ڀرمار ڪانهي بلڪ هي هڪ بهترين ادب پارو (Piece of Literature) به آهي ان سبب مصنف به ٻين جاسوسي ناول نويسن کان منفرد ۽ ممتاز حيثيت رکي ٿو.

آمريڪا جي مشهور شهر ميامي ۾ هڪڙي ئي رات ۾ فقط ٽن ڪلاڪن اندر ٽي خون ٿي ٿا وڃن ۽ هڪڙو ماڻهو پوليس جي هٿان مارجي ٿو وڃي- ۽ لطف جي ڳالهه هيءَ ته خود مشهور جاسوس مائڪل شيني انهن ئي واردانن ۾ پاڻ ايترو وچڙندو ڦاسندو ۽ ملوث ٿيندو ٿو وڃي جو هڪ طرف سندس سيڪريٽري ۽ محبوبه قابو آهي ته ٻي طرف پاڻ پوليس عملدار جي پستول جي نشاني ۾ آهي. انهن حالتن ۾ هن کي پاڻ به ڇڏائڻو آهي، پنهنجي محبوبه کي به بچائڻو آهي ۽ قاتل کي به قابو ڪرڻو آهي.

ساڳي ئي رات صبح ٿيڻ کان اڳ هو انهيءَ ڦندي مان نڪري اچي ٿو، سندس سيڪريٽري ۽ محبوبه قاتل جي سرڪ ساهي مان آزاد ٿئي ٿي ۽ قاتل پنهنجي انجام کي پهچي ٿو. پر ڏسو ته اهي پيچرا پار ڪندي هو لاڳيتو بدحواسي ۽ حماقت جو ثبوت ٿو ڏي يا هن جي هوشياري ٽي ڪم اچي.؟

بريٽ هيليڊي/فضل احمد بچاڻي رات وچ ۾ (ناول) نيو فيلڊس (106)

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سِيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪَلَ ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

